يَآأَيُّهَا الَّذِينَ اٰمَنُوا كُتِبَ عَلَيكُمُ الصِّيَامُ



# برکاتِ رمضان



علامه مولانا حبیب الرحمٰن گبول

الاصلاح پبلیکیشن دادو

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# شهر رمضان الذي انزل فيه القرآن

”رمضان اهو مبارڪ مهينو آهي جنهن ۾ قرآن ڪريم نازل ڪيو ويو آهي.“

# برڪاتِ رمضان

مؤلف

حضرت علامه مولانا **حبيب الرحمٰن گبول بخشي طاهري** نقشبندي

الاصلاح پبليڪيشن دادو

ڪتاب جو نالو: برڪاتِ رمضان
مصنف: علامه مولانا حبيب الرحمٰن گبول طاهري
اشاعت چوٿين: شعبان المعظم 1437ھ بمطابق جون 2016ع
ڪمپوزنگ ۽ لي آئوٽ: ”وفا“ نذير احمد شر طاهري 03003159721
چيرائيندڙ: محمد اختر طاهري (صادق آباد)
ادارو: الاصلاح پبليڪيشن دادو
هديو: =/60 رپيه فقط

## ملڻ جا هنڌ:

”وفا“ شر طاهري:03333176973، سيد يحيٰ شاهه/درگاهه الله آباد:03003843181، مولانا محمد حسن اوٺوطاهري /نوابشاهه:03003226609، غلام نبي ميمڻ طاهري/ دادو:03003273389، محمد بخش جوڻيجو طاهري / لاڙڪاڻو:03003331703، حافظ انور علي ميمڻ/مٽياري: 03073263922، شمس الدين عباسي/راڻيپور: 03003064776، مولانا نعيم احمد شاهاڻي/ درگاهه فقيرپورشريف:03003270315، مولانا غلام عباس پنهور طاهري /مرڪز ٽول پلازه ڪراچي: 03002750729، مولانامحمدعاشق لنڊ:03007068978،محمد رفيق سومرو/ڪنڊڪوٽ: 03337309565، نذرمحمد پنهور طاهري/قمبرشهدادڪوٽ : 03068230928، محمد طاهر ”نور“ هيسباڻي/بادهه: 03003259809، ڊاڪٽر وجهه الدين ميمڻ /مورو: 03333407271، محمد پنهل جوکيو/گڏاپ:03212699633، ڪليم الله جوکيو/ ٺٽو: 03212924884، محمد اسماعيل/ بدين:03073030564، عنايت الله قريشي/ڄامشورو:03003042070، عبدالله سولنگي/نوشهروفيروز: 03033172760، ابوبڪر بوزدار/ طاهرآباد :03453711517 علي خان ڪلهوڙو/ ٽنڊومحمد خان.

## پنهنجي قيمتي راءِ اسان کي لکي موڪليو:

الاصلاح پبليڪيشن دادو /www.facebook.com
Email:alislahdadu@gmail.com
الاصلاح پبليڪيشن، درگاهه الله آباد ڪنڊيارو

# رمضان جو قدر ڪريو

**شاعر: ”عاجز“ رحمت الله لاشاري طاهري**

**ٿلهه: ڪيو خالق خاص آهي، احسانُ جو قدر ڪريو**
**آهي موڪليو رب سائين، رمضان جو قدر ڪريو**

1: نبي پاڪ تي نازل ٿي، آيو آهي ڪلامِ ربّي
سردار ڪتابن جي، قرآن جو قدر ڪريو

2: مِلي رحمت، بخشش ۽ دوزخ جو دفاعُ ٿيو
آيو ٻارهين مهيني ٿي، مهمان جو قدر ڪريو

3: جا هزارَ مهينن کان، افضل آ شبّ قدَر
مِليو رات پلاريءَ کي، آ شانُ جو قدر ڪريو

4: رکي روزا ڏيو فطرو، دوزخ جو وڃي خطرو
اعتڪاف ۾ گهاري گهڙيون،پنهنجي جان جو قدر ڪريو

5: ”لاشاري“ واڪي وڏي، ڏئي بانگو بانگ تَڏي
”عاجز“ چوي اُنهيءَ پِيارِي، آذان جو قدر ڪريو

# رحمت جي وسڪار

سيدي و مرشدي حضور قبله عالم

**محبوب سجڻ سائين مدظله العالي**

ٿلهه: سُٺج دلڙي سجاڳي ڪر، مٺو مهمان آيو آ
خزينا خوب رحمت جا، وندڻ رمضان آيو آ

1: ڳُهلي بادِ صبا مَهڪيو چمن اسلام جو سارو
ٽِڙيا گل رحمتن جا اڄ، عجب ريحان آيو آ

2: ٿِيو اعلان بخشش جو، کُليا در رحمتن جا اڄ،
گنهگارن تي شفقت جو سهڻو سامان آيو آ

3: ٿِيا روشن خدا جا گهر، پڙهن مؤمن نمازون گڏ
ڏسو نوري نظارا جڻ، لهي قرآن آيو آ

4: اُٿي اڌ رات جو دلبر ڪٺج هٿڙا ۽ ڪر آهون
تنهنجون مقبول سڀ دعائون، ڪرڻ اعلان آيو آ



2




5: اسر ويلي فرشتا ٿا پُڪارين گُهر ادا مؤمن
دنيا ۽ آسمان تي خود لهي رحمان آيو آ

6: مٺي مدني ڪئي تياري چيائون سندرا ٻڌو ٿاهي
رکج روزا عبادت ڪري، سهڻو سلطان آيو آ

7: حديثن ۾ هي ظاهر آ، مهڪ تنهنجي واتَ جي رب کي
عطر عنبر کان وڌ پياري، سهڻو فرمان آيو آ

8: قدر جي رات آ بهتر، هزارين ڪِن مهينن کان
چوراسي سال ٿين جيڪي اهڙو ذيشان آيو آ

9: مهل افطار جي فرحت، حشر ۾ ربّ جي زيارت پڻ
پيارا ڏس حديثن ۾ پلو برهان آيو آ

10: مداين جي ملي معافي، ٿيان "طاهر" گناهن کان
وجهي ڳارا ڳچيءَ ڳل ۾، هلي دربان آيو آ





# مقدمو

**هر** دور ۾ علماءِ ڪرام ۽ مشائخِ عظام دين اسلام جي احياء يعني عام ڪرڻ لاءِ هر نموني جون تقريري، تبليغي، تحريري ڪاوشون ڪيون، ان سلسلي ۾ ڪن الله وارن وري منصوبہ بندي سان حالات جي مطابق نت نون طريقن سان احڪامِ اسلام کي اجاگر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

اهڙن ڪامل ۽ عامل اهل الله مان سيدي و مرشدي حضرت خواجہ خواجگان **حضرت الحاج الله بخش عباسي** نقشبندي نورالله مرقده بہ هڪ هيا جن رمضان شريف جي احترام لاءِ ننڍا وڏا وفد تشڪيل ڏئي بلڪ انفرادي نموني بہ ڏينهن جو بازارن، بس اسٽاپن، ريل گاڏين، هلندڙ بسن، آفيسن بلڪ جيلن ۾ وڃي قيدين کي روزن جي اهميت کان آگاهہ ڪيو ۽ رات جو وري اوطاقن ۽ هوٽلن تي وڃي تلاوت، حمد ۽ نعت بعد مختصر وعظ جي صورت ۾ حق جو پيغام پهچايو. سندن انهن ڪاوشن جي نتيجي ۾ هزارين غافل مسلمان روزي، نماز جا پابند بڻيا.

مون کي ياد آهي تہ ٽرين ۾ عورتن لاءِ مخصوص گاڏي ۾ وڃي رمضان جي تبليغ لاءِ مدرسہ جي صغير شاگردن کي موڪليندا هيا. ان زماني ۾ احترامِ رمضان جي سلسلہ ۾ اشتهار ۽ پمفليٽ ڇپرائي تقسيم ڪيا ويندا هئا.

الحمدلله! اڄ سندن صاحبزاده ۽ سجاده نشين حضرت **پير سجڻ سائين مدظله** هر سال جماعت جي خليفن، فقيرن ۽ مريدن کي تاڪيد ڪندا آهن ته رمضان المبارڪ جي تبليغي سلسلي کي جاري رکو.

پيش نظر ڪتاب برڪاتِ رمضان سندن ئي ان تربيت، تعليم ۽ تبليغي سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. هن ڪتاب جا 3 ايڊيشن اڳ ۾ شايع ٿي چڪا آهن ۽ چوٿون ايڊيشن اوهان جي هٿ ۾ آهي، جنهن جي شايع ڪرڻ ۾ صادق آباد جي سچي محبت رکندڙ دوست محمد اختر طاهري صاحب جو تعاون ۽ سندس هٿ شامل آهي.

هن ڪتاب کي پاڻ پڙهو، ٻين کي پڙهي ٻڌايو، مسجدن ۾ ان جي درس جو اهتمام ڪيو. آيات، احاديث، آداب ۽ احڪام ياد ڪري مٿي بيان ڪيل طريقي مطابق ٻين کي حق جو پيغام پهچايو.

شال الله تعاليٰ مون مسڪين جي محنت ۽ اوهان جي ڪاوشن کي قبول فرمائي. آمين يارب العالمين بجاه سيد الاولين والآخرين عليه وآله من الصلوات افضلها ومن التسليمات اڪملها.

**طالبِ دعا**

**فقير حبيب الرحمٰن گبول طاهري نقشبندي**

**درگاهه الله آباد شريف**

**20 شعبان المعظم 1437هه**

# مقدمه

**بسم الله الرحمٰن الرحيم**

**الحمدلله وڪفیٰ وسلام علیٰ عباده الذين اصطفیٰ**

**امّابعد!** نهايت ڏک، افسوس ۽ ارمان جو مقام آهي جو جنهن دين اسلام اسان کي گمراهي جي عميق اونداهين کان ڪڍي نورِهدايت جي روشني ۾ صراط مستقيم تي گامزن ڪيو، جنهن اسان کي ذلت ۽ رسوائي کان نجات بخشي عزت ۽ سرفرازي جي مٿاهين مينار تائين ترقي بخشي، اڄ اسان پنهنجو پاڻ ان محسن مذهب اسلام جي بيخ ڪني ڪري رهيا آهيون، اهي نيڪ عمل جن جي ذريعي اسان جي ماسلف عروج ۽ ترقي حاصل ڪئي، اڄ اسان انهن رهنما اصولن جي نه فقط خلاف ورزي ڪري رهيا آهيون پر الٽو ان تي اعتراض، ٺوڪ ۽ چٿر آهي، اهو ئي سبب آهي جو اڄ اسان ترقي بجاءِ تنزل ڏي مائل آهيون، آزادي جي باوجود پاڻ کي غير جو غلام سمجهي رهيا آهيون.

اچو ته اڄ اسان وري هي عهد ۽ انجام ڪريون ته دين اسلام جي هر هڪ حڪم جي دل و جان سان تعميل ڪنداسين، پاڻ به هوشيار رهنداسين ۽ ٻين کي به بيدار ڪنداسين، خاص ڪري الله مهربان جي هن پياري مهمان، رمضان جو پورو پورو ادب و احترام ڪري هن

جي رحمتن، بخشش ۽ برڪتن کان پاڻ بہ فيضياب ٿيندا سين ۽ ٻين کي بہ ان جي دعوت ڏيندا سين.

محض انهيءَ ضرورت جي پيش نظر ۽ پنهنجي مرشد مربي ولي ڪامل عارف بالله **حضرت خواجه محمد طاهر المعروف سجڻ سائين** دامت برڪاتهم العاليہ جن جي تعميل حڪم ۽ رضامندي خاطر، پنهنجي نااهلي ۽ بي لياقتي جي باوجود رمضان شيف ۾ تبليغ ڪندڙ مبلغن جي سهولت کي سامهون رکي، روزي جا فضائل، آداب، فائدا ۽ روزي نہ رکڻ جا وعيد ۽ ڪجهہ مسئلا پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم.

شل الله تعاليٰ مسلمان ڀائرن کي هن مان فائدي حاصل ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي ۽ عاجز گنهگار جي هن محنت کي قبوليت جو شرف بخشي. ديني، دنيوي سعادت ۽ اخروي نجات جو ذريعو بنائي.

**آمين يارب العالمين بجاه سيد الاولين والاخرين**

**صلي الله تعاليٰ عليه وعليٰ آله واصحابه واتباعه وبارڪ وسلم**

**رقمه**

**العبد المذنب لاشيءِ**

**فقير حبيب الرحمٰن گبول بخشي**

**شعبان المعظم سن 1400ھ**

# تقريظ

**از ممتاز عالم دين مايه ناز خطيب اهل السنة بلبل مدينه الحاج مولانا محمد ادريس ڏاهري، مهتمم جامعه محمديه شاهپور جهانيان**

**الحمدلله الذي انزل القرآن في شهر رمضان و جعله وسيلة لدخول الجنة واماننا من النيران والصلوٰة والسلام عليٰ سيدنا ومولانا محمد سيد الانس والجان وعليٰ آله واصحابه الي يوم الميزان.**

**امابعد!**

هن عاجز ڪتاب برڪات رمضان ڪي مطالعو ڪيو. فاضل نوجوان محقق والاشان حضرت مولانا مولوي حبيب الرحمٰن گبول صاحب مدظله جن جنهن جفا ۽ محنت سان صحيح ۽ مستند حديثون رمضان شريف جي برڪتن متعلق جمع ڪيون آهن. مولانا جي اها محنت قابل صد تحسين و آفرين آهي. جمله مسلمانن جي لاءِ مولانا جو قلم نهايت ڪارائتو ثابت ٿيو آهي. فاضل نوجوان هن کان اڳ ۾ به هڪ ڪتاب هداية السالڪين لکيو هو، جيڪو فنِ تصوف ۾ بهترين ڪتاب آهي. پر دراصل اها مولانا صاحب جي محنت به نتيجه آهي صحبت ۽ نظر ڪرم، حضرت قبله مرشدي سيدي و سندي، ماوائي وملجائي پير طريقت قبله شيخ حقيقت

صاحب معرفت فياض اوان مرشد دوران خواجه خواجگان **حضرت الحاج الله بخش صاحب** قبلہ غفاري دامت برڪاتهم العاليہ جو، جن هن آخري دور ۾ محض رضاء خدا لاءِ خلق خدا ۾ بيداري ۽ دين جو درد پيدا ڪيو آهي. مختلف جاين تي سفر ڪرڻ، ڪڏهن فقيرپور شريف اسٽيشن راڌڻ تہ ڪڏهن الله آباد شريف ڪنديارو، تہ ڪڏهن لاڙ ۾ ڄارڪي شريف، ڪڏهن سنڌ ۾ تہ ڪڏهن پنجاب تہ ڪڏهن صوبہ سرحد تائين سندن سفر ان دين جي خدمت ۽ احياء لاءِ ٿيندو رهي ٿو. اگر ڪو بہ شخص بنظر انصاف ڏسي تہ هي حقيقت اظهر من الشمس آهي، ها جنهن ڪي تعصب جي پٽي اک تي ٻڌل آهي اهو تہ بي ميار آهي.

*گر نہ بيند بروز شپره چشم چشمہء آفتاب را چہ گناه*

الله تعاليٰ شل اسان مسلمانن کي اهڙن جوانن جي صحبت بابرڪت مان مستفيض ٿيڻ جي توفيق عطا فرمائي ۽ جنهن موضوع تي هي ڪتاب لکيل آهي يعني رمضان جون برڪتون انهن جي حاصل ڪرڻ جي همت پيدا ٿئي. حقيقت ۾ يارهن مهينن جي خطائن ۽ ڏوهن کان آزاد ٿيڻ جي لاءِ رمضان شريف کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي ڪسوٽي آهي. حضور اڪرم ﷺ جن کان حضرت ابوهريره رضي الله عنہ روايت ڪئي آهي تہ حضور ﷺ جن فرمايو:

**الصلوات الخمس والجمعة الي الجمعة ورمضان الیٰ رمضان مكفرات لما بينهن اذا اجتنبت الكبائر.**

(مشڪواة شريف، ڪتاب الصلواة ص 57، بحوالہ مسلم شريف)

يعني پنج وقت نمازون ۽جمعہ جي نماز ٻئي جمعي نماز تائين ۽ رمضان ٻئي رمضان تائين وچ وارن گناهن کي ميٽائيندڙ آهن جنهن وقت توڪبيرن گناهن کان پاسو ڪيو.

ازان سواءِ رمضان شريف ۾ سمورو مهينو تراويح باجماعت هلندي آهي ۽ سارو مهينو قرآن شريف جي تلاوت، درود، ذڪر ۽ مراقبي ۾ تمام سهڻي نموني گذرندو آهي. بلڪہ رمضان شريف جي گذرڻ ڪانپوءِ في الحال تہ ملڪ خالي ۽ بي لذت نظر ايندو آهي. ڪيترا ماڻهو جيڪي خدا جو فرض بہ ڪڏهن پڙهندا آهن تہ ڪڏهن رهجي ويندو اٿن . هن مهيني ۾ نهايت چست ٿي تهجد بہ ادا ڪندا آهن.هن ڪتاب ۾ نهايت عمده ۽ عجيب روايتون تشريح سان گڏ ذڪر ڪيل آهن.سنڌي پڙهيل حضرات لاءِ هي هڪ نسخه ڪيميا آهي.

الله تعالیٰ شل اسان جي مسلمان ڀائرن کي هن ڪتاب پڙهڻ ۽ حديثون مطالعہ ڪرڻ جي توفيق بخشي ۽ هن جي مصنف کي دارين جي نعمتن سان نوازي. آمين

**فقط والله الهادي**

**الفقير محمد ادريس عفي عنہ**

**بيوم الجمعة 4 شعبان المعظم 1400 ھ**

تقريظ

# ماڻڪ موتي لعل



## صدارتي ايوارڊ يافته مشهور اديب ۽ ليکڪ حضرت
## الحاج رحيم بخش ”قمر“ لاکو

نهايت خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو فاضل نوجوان مولانا حبيب الرحمٰن صاحب غفاري، بخشي، جن ڪتاب لاجواب نالي برڪات رمضان المبارڪ لکي ڇپائي رهيا آهن. ڪتاب جي نالي مان پڌرو آهي ته ڪتاب رمضان المبارڪ جي فضائل ۾ لکيل آهي.

هي ڪتاب نهايت ئي پنهنجو مٽ پاڻ آهي، جنهن جو جملو، جملو جواهر، اکر، اکر املهه ماڻڪ ۽ سٺ سٺ، سچا موتي آهن، انهيءَ ڳالهه ۾ شڪ نه آهي ته سنڌيءَ ۾ هيءُ ئي پهريون ۽ جامع ڪتاب آهي. جيڪو قرآن ڪريم احاديث پاڪ ۽ فقه جي روشني ۾ لکيو ويو آهي، جنهن جي خصوصيت هيءَ آهي ته ڪتاب قرآن ڪريم، احاديث مبارڪ ۽ فقه جي روشني ۾ لکيو ويو آهي، جنهن جي ٻي خصوصيت هيءَ آهي ته ڪتاب ۾ قرآن مجيد جي آيتن ۽ احاديث مبارڪ جو متن ۽ عربي شامل ڪيل

آهي. جنهن ڪري ڪير ۾ ڪنڊ، مکڻ ۾ ماکي، نور تي نور ۽ سون تي سهاڳو ثابت ٿيو آهي ۽ عربي عبارتون شمال ڪرڻ ضروري آهن، ڪتاب ۾ سهٽي سيبائيندڙ، سليس ۽ صاف سنڌي ٻولي ڪم آندل آهي. جا ڪتاب جي هڪ وڏيڪ خوبي آهي.

ڪتاب جي پڙهڻ مان معلوم ٿيو آهي ته مصنف فاضل نوجوان هيءُ ڪتاب نهايت اخلاص، محبت ۽ سرس سڪ ۽ پاٻوھ سان لکيو ويو آهي. انهيءَ ڪي مدنظر رکي چئجي ٿو ته مولوي صاحب واقعي حبيب الرحمان آهي. هي ڪتاب سندس نيڪ اعمال مان باقيات صالحات ۾ شامل ٿيندو.

ڏٽي تعالىٰ جي درگاھ عالي جناب ۾ دست بدعا آهيان ته **مولانا حبيب الرحمٰن صاحب** ڪي تندرستي ۽ توانائي سان خضري عمر عطا فرمائي ته جيئن دينيات تي تمام گهٽي ڪان گهٽا ڪتاب لکي ڇپائي.

**آمين ثم آمين.**

**فقير رحيم بخش "قمر"**

**گلزار مسجد شريف نواب شاھ**

**18 شعبان المعظم 1400ھ**

************************************

بسم الله الرحمٰن الرحيم

الحمد لله الذي جعل شهر رمضان لاهل الايمان سببا لنزول الرحمة والغفران، والصلوٰة والسلام علىٰ سيدنا محمد منبع الجود والاحسان وعلىٰ آلہ واصحابہ افاضل الاعيان عليهم رحمة الرحمان والرضوان.

اما بعد!

قال الله تعالىٰ:

**ياايها الذين آمنوا كتب عليكم الصيام كما كتب علىٰ الذين من قبلكم لعلكم تتقون**

ترجمه: اي مومنو! اوهان تي روزا فرض ڪيا ويا آهن جيئن اوهان کان اڳين تي فرض ڪيا ويا هئا تانته اوهان پرهيزگار ٿيو. (روزا) ڳڻيل ڏينهن آهن پوءِ اوهان مان جيڪو بيمار هجي (ان تي) ٻين ڏينهن مان ڳڻڻ (ڳڻي رکڻ لازم) آهي ۽ جن کي طاقت نہ آهي (روزه جي) تن تي لازم آهي فديو ڏيڻ، هڪ مسڪين جو کاڌو، پوءِ جيڪو چڱائي وڌيڪ ڪندو تن لاءِ اها ڀلي آهي. ۽ روزا رکو تہ بهتر آهي اوهان لاءِ جيڪڏهن اوهان سمجهدار هجو. مهينو رمضان جو آهي جنهن ۾ قرآن لاٿو ويو قرآن هدايت آهي ماڻهن جي لاءِ ۽ ان ۾ چٽا دليل آهن. هدايت ۽ حق باطل جي وچ ۾ جدائي ڪرڻ جا. پوءِ جيڪو اوهان مان انهيءَ مهيني ۾ پنهنجي گهر حاضر هجي ان ۾ روزو رکي ۽ جيڪو بيمار هجي يا سفر تي هجي تنهن کي ٻين ڏينهن مان اوترو ڳاڻاٽو ڪرڻ لازم آهي. الله

تعالىٰ اوهان تي آساني ڪرڻ گهري ٿو ۽ اوهان لاءِ ڏکيائيون نہ ٿو گهري، الله گهري ٿو تہ اوهين ڳاڻاٽو پورو ڪيو. ۽ تانتہ الله جي وڏائي بيان ڪيو هن ڳالهہ لاءِ جو توهان کي هدايت ڪيائين ۽ تان تہ اوهان شڪر ادا ڪريو.

## برڪات و فضائل رمضان شريف

جهڙي طرح سڀني مذهبن ۾ اسلام، انبياءِ ڪرام عليهم السلام ۾ حضرت محمد مصطفىٰ عليہ الف التحية والثناء، سڀني امتن ۾ امت محمديه علىٰ صاحبها الصلواة والسلام ۽ هفتي جي جملي ڏينهن ۾ جمعة المبارڪ جو ڏينهن افضل آهي اهڙي طرح ٻارنهن مهينن ۾ رمضان شريف جو مهينو سڀني مهينن جو سردار ۽ افضل آهي ۽ هيءُ اهو مقدس مهينو آهي جنهن ۾ آسماني ڪتابن جو سردار قرآن شريف نازل ٿيو جيڪو بني نوع انسان لاءِ سرچشمہ هدايت، حق ۽ باطل ۾ فرق ظاهر ڪندڙ بابرڪت ڪتاب آهي. قال الله تعالىٰ:

**شهر رمضان الذي انزل فيہ القرآن هديً للناس وبينات من الهدىٰ والفرقان.**

۽ هن ئي مهيني ۾ سڄي سال جي راتين کان افضل رات ليلة القدر آهي، جنهن جو شان هزار مهينن جي راتين کان بہ وڌيڪ آهي.

۽ هي اهو ڀلارو مهينو آهي جنهن لاءِ رجب جي مهيني کان وٺي نبي ڪريم رئوف الرحيم ﷺ هيءَ دعا گهرندا هئا:

**قال كان رسول الله ﷺ اذا دخل رجب قال اللّٰهم بارک لنا في رجب و شعبان وبلغنا رمضان.** (مشکواة شريف ص 121)

يعني ياالله تون اسان کي رجب ۽ شعبان ۾ برڪت ڏي ۽ اسان کي رمضان تائين پهچاءِ.

## رمضان شريف ۾ شيطان قيد ڪيا وڃن ٿا

**حديث نمبر1:**

**عن ابي هريرة عن رسول الله ﷺ قال اذا كانت اول ليلة من رمضان صفدت الشياطين ومردة الجن وغلقت ابواب النار فلم يفتح منها باب و فتحت ابواب الجنة فلم يغلق منها باب ونادیٰ مناد يا باغي الخير اقبل و يا باغي الشر اقصرولله عتقاء وذالک في کل ليلة** (سنن ابن ماجہ 118)

حضرت ابوهريره رضي الله تعالیٰ عنہ فرمائي ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن رمضان جي پهرين رات اچي ٿي تہ شيطان ۽ سرڪش جن جڪڙيا وڃن ٿا ۽ دوزخ جا دروازا بند ڪيا وڃن ٿا ۽ ڪو بہ دروازو انهن مان نہ ٿو کوليو وڃي ۽ جنت جا دروازا کوليا وڃن ٿا پوءِ انهن مان ڪو بہ بند نہ ٿو ڪيو وڃي ۽ هڪ پڪاريندڙ (الله جي طرفان) اعلان ٿو ڪري تہ اي ڀلائي

۽ نيڪي جا طالب اڳتي وڌ (نيڪ عمل ڪر) اي برائي ۽ گناهن جو ارادو ڪندڙ بند رهه (گناه کان ۽ الله ڏي رجوع ڪر) ۽ الله جي طرفان ڪيترائي ٻانها آزاد ڪيا وڃن ٿا. (دوزخ کان) ۽ هر رات ائين ٿيندو رهي ٿو.

**تشريح:**

هن حديث شريف ۾ رمضان شريف جي فضيلت بيان ڪئي وئي آهي ته رمضان شريف جي اچڻ سان ئي شيطان ۽ سرڪش جِنَّ زنجيرن ۾ جڪڙيا وڃن ٿا. جهنم جا دروازا بند ڪيا وڃن ٿا ۽ جنت جا دروازا کوليا وڃن ٿا ۽ رمضان شريف جي هر رات انسانن کي الله تعالىٰ جي طرفان اعمالِ صالحہ جي ترغيب ڏني وڃي ٿي ۽ گناهن کان پري رهڻ جو چيو وڃي ٿو ۽ الله تعالىٰ جي حڪم سان شيطان زنجيرن ۾ جڪڙيا وڃن ٿا، تانته ٻين مهينن وانگر روزيدارن کي گمراهه نه ڪري سگهن ۽ مسلمان روزا ۽ تراويح، تلاوت قرآن ۽ ذڪر الٰهي ۾ مشغول رهن.

رمضان شريف جي اچڻ سان جهنم جا دروازا بند ڪيا وڃن ٿا ۽ جنت جا دروازا کوليا وڃن ٿا. دروازن کلڻ ۽ بند ٿيڻ مان ظاهري ۽ حقيقي معنيٰ مراد آهي يعني جيڪڏهن رمضان ۾ ڪو نيڪ مؤمن فوت ٿئي ٿو ان کي جنت ملي ٿي ۽ ان لاءِ جهنم جا دروازا بند آهن ۽ جنت جي دروازن کلڻ ڪري مؤمنن جا نيڪ عمل بنا

رڪاوٽ جي مٿي ڪنيا وڃن ٿا يا جنت جي دروازن کلڻ مان اهي نيڪ عمل مراد آهن جيڪي جنت جي دروازن کلڻ ۽ داخل ٿيڻ جو سبب ٿيندا. جيئن روزا، تراويح، تلاوت قرآن، ذڪر ۽ رمضان شريف ۾ اهي عمل ٻين مهينن جي اعتبار سان زياده ڪيا وڃن ٿا، اهڙي طرح جهنم جي دروازن بند ٿيڻ مان انهن عملن جو ڇڏڻ مراد آهي، جيڪي جهنم ۾ داخل ٿيڻ جو سبب ٿين ٿا ۽ واقعي هن مهيني ۾ گناهن، برائين ۽ بڇڙاين کان ڪافي پاسو ڪيو وڃي ٿو.

يا ابواب جنت مان مراد آهي ته الله تعالىٰ جي رحمت جا دروازا هن مهيني ۾ هميشه کليل رهن ٿا ۽ هر وقت الله جي رحمت مؤمنن تي نازل ٿيندي رهي ٿي. قبوليت جي پڪار ٿيندي رهي ٿي، انهيءَ سان گڏوگڏ هن حديث ۾ روزيدار مومن لاءِ بي انتها بشارت ۽ خوشخبري پڻ آهي، جو ته شيطان ۽ سرڪش جِنَ سمورو سال انسانن کي گمراهه ۽ گناهن ۾ مبتلا ڪندا رهندا آهن، پر هن مهيني اچڻ سان گنهگار بدڪار ۽ بي عمل انسان به توبه تائب ٿين ٿا، اي مسلمان! الله جي بي پايان وسيع رحمت جوش ۾ اچي اڄ توکي پڪاري رهي آهي ته اي مسلمان! جيڪڏهن توکي ڪا ثواب ۽ ڀلائيءَ جي تانگهه، طلب آهي ته اڄ وقت اٿئي الله ڏي موٽ! نيڪ عمل ڪر ۽ براين بڇڙاين کان بچ، الله جي رحمت ۽ بخشش جا دروازا اٿئي پهر (هر وقت) تو لاءِ کليل آهن ۽ هي بي

ڪيف ندا هر رات اچي رهي آهي تہ:

**هل من مستغفر يغفرلہ هل من تائب يتاب عليہ هل من سائل فيعطىٰ هل من داع فيستجاب لہ .**

(ڪنز العمال ص 470، ج 8)

يعني آهي ڪو گناهن جي معافي گهرندڙ؟ جو ان ڪي بخشيو وڃي، آهي ڪو توبہ ڪندڙ؟ جو ان جي توبہ قبول ڪئي وڃي، آهي ڪو سوال ڪندڙ؟ جو ان جي دعا قبول ڪئي وڃي.

منهنجا ياءَ برابر رمضان ڪانپوءِ تون يارنهن مهينن ۾ توبہ، عبادت ۽ نيڪ عمل ڪري سگهين ٿو پر ان ۾ هي بخشش، بي حساب رحمت ۽ قبوليت نہ هوندي آهي.

**سوال:** بعض دين اسلام کان ناواقف، بي خبر ماڻهو هيءُ سوال ڪندا آهن تہ جيڪڏهن واقعي رمضان شريف ۾ گمراهہ ڪندڙ شيطان زنجيرن ۾ جڪڙيا وڃن ٿا تہ پوءِ هن مهيني ۾ گناهن جا ڪم نہ ٿيڻ گهرجن ها، حالانڪ رمضان شريف ۾ ڪافي گناهہ ٿيندا رهن ٿا؟

**جواب: نمبر** 1:

هن حديث شريف ۾ شيطانن جي جڪڙجڻ جو ذڪر آهي ۽ واقعي شيطان انسانن کي گمراهہ ڪرڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪن ٿا مگر هي تہ ڪنهن بہ حديث شريف نبوي مان ثابت نہ آهي تہ هر اغوا ۽ گمراهي جو سبب صرف شيطان ئي آهن ۽ جڏهن اها ڳالهہ ڪنهن معتبر

دليل مان ثابت نہ آهي تہ پوءِ هيءُ سوال ڪرڻ ڪيئن درست ٿيندو تہ جڏهن شيطان جڪڙيل آهن تہ گناھ ڇو ٿا ٿين؟ بلڪ حقيقت هيءَ آهي تہ گناھ ڪرڻ جا مختلف اسباب آهن، شيطان، سرڪش جن شيطان انساني، يعني بي دين گمراھ ڪندڙ انسان، نفوس خبيثہ، ”خراب طبعيتون“ ۽ بُريون عادتون هي سڀ انسان جي گنهگار ۽ گمراھ ڪرڻ جا اسباب آهن.

رمضان شريف ۾ تہ فقط شيطان قيد ڪيا وڃن ٿا ۽ انهن جي قيد ٿيڻ ڪري واقعي رمضان شريف ۾ گناهن، براين، بڇڙاين ۾ ڪافي ڪمي اچي ٿي، باقي جيئن تہ انساني شيطان، خراب طبعيتون ۽ بريون عادتون موجود آهن تنهن ڪري ڪجهہ گناھ بہ ٿين ٿا.

## علمي نقطہ:

ان ڪان سواءِ جيڪڏهن هر گمراهي لاءِ شيطاني وسوسہ ۽ فريب کي لازمي ڇيو ويندو تہ پوءِ هر شيطان جي گمراهي لاءِ بہ ٻئي شيطان کي سبب تسليم ڪرڻو پوندو ۽ ائين ڪرڻ سان تسلسل الیٰ مالا نهاية لازم ايندو. جيڪو متفقہ طور محال آهي، لهٰذا هيءَ ڳالهہ مڃڻي پوندي تہ هر گمراهي جو سبب فقط شيطان ناهن بلڪ نفس انسان ۽ برين عادتن جو بہ ان ۾ وڏو دخل آهي، خود شيطان جي گمراهي بہ نفس جي ڪري ٿي.

**جواب نمبر 2:**

شيطانن جو جڪڙجڻ گمراهہ ۽ گناهن ۾ مبتلا نہ ڪرڻ فقط انهن روزيدارن لاءِ آهي، جيڪي پوري طرح روزي جي ادبن ۽ شرطن جي رعايت ڪندا، مثلاً: روزي ۾ ڪوڙ، گلا ۽ هر قسم جي گناهن کان بچندا، فقط کائڻ، پيئڻ کان بند رهڻ وارو روزو نہ رکندا بلڪ انهن جي هٿن، پيرن، اکين ۽ زبان وغيره، هر هڪ عضوي کي روزو هوندو. يعني هر طرح جي خدائي نافرمانيءَ کان هر عضوو محفوظ هوندو.

**اللهم اجعلنا منهم** (حواشي نسائي شريف ص 299)

**سوال:** ندا يعني سڏ ڪرڻ مان مقصد ٻڌائڻ هوندوآهي ۽ هيءَ ندا جنهن جو هن حديث شريف ۾ ذڪر آهي. ڪو بہ نہ ٿو ٻُڌي، پوءِ ان پڪار ۽ سڏ مان ڪهڙو فائدو؟

**جواب:** ڪنهن بہ سڏ مان آواز پهچائڻ مقصود نہ هوندو آهي، بلڪ ڪا ڳالهہ سمجهائڻ ۽ ذهن نشين ڪرائڻ مقصود هوندو آهي ۽ هن ندا مان بہ اهو فائدو حاصل آهي جو تہ اها ندا مخبر صادق ﷺ اسان تائين پهچائي ۽ سمجهائي آهي شايد انهيءَ ندا جو ئي هي اثر آهي جو رمضان شريف ۾ گهڻا بي نمازي بہ روزي ۽ نماز جي پابندي ڪن ٿا، حالانڪ روزو تہ نماز کان بہ ڏکيو هوندو آهي. روزي ۾ اُڃ ۽ بک جي تڪليف ۽ بدني ڪمزوري پيدا ٿيڻ جي باوجود گهڻا ماڻهو رات جو ڪافي حصو ذڪر، مراقبہ، تلاوتِ قرآن ۽ نفلن پڙهڻ ۾ گذاريندا آهن. (حاشيہ السندي علىٰ النسائي ص 300)

## روزو ڍال (بچاءُ) آهي.

**حديث نمبر: 2**

**عن عائشة عن النبي ﷺ قال الصيام جنة من النار فمن اصبح صائما... الخ**

**ترجمو:** حضرت عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ روزو جهنم جي باھ کان ڍال آهي، پوءِ جيڪو روزو رکي تہ ان ڏينهن جاهلن وارا ڪم نہ ڪري (بي هوده ڪلام ۽ گاريون وغيره نہ ڏي) پوءِ جيڪڏهن ڪو شخص هن تي جهالت ڪري (روزيدار کي گار وغيره ڏي) پوءِ بہ روزيدار ان کي گار وغيره نہ ڏي ۽ چوي تہ مان روزيدار آهيان (مون کي وڙهڻ مناسب نہ آهي) قسم آهي ان ذات جو جنهن جي دستِ قدرت ۾ محمد ﷺ جي جان آهي تہ روزيدار جي وات جي بوءِ الله تعالیٰ وٽ مشڪ کان وڌيڪ خوشبودار آهي. (سنن نسائي ص 312)

**تشريح:**

هن حديث شريف ۾ روزي کي ڍال ۽ روزيدار کي مجاهد سان تشبيہ ڏني وئي آهي جيئن حضرت عثمان ابن ابي العاص رضي الله عنہ جي روايت ۾ صاف لفظن ۾ پاڻ ڪريمن ﷺ جن جا هي لفظ موجود آهن:

**الصوم جُنة ڪجُنة احدڪم من القتال** يعني جهڙي

طرح ڍال مجاهد جي بچاءِ لاءِ اوزار آهي اهڙي طرح روزيدار لاءِ بہ روزو ڍال آهي، جو دنيا ۾ گناهن جي ڪمن ڪان بچائي ٿو، ان سان نفس جي سرڪشي ۽ خواهشات گهٽ ٿين ٿا ۽ آخرت ۾ جهنم جي باھ ڪان بچاءَ جو سبب بڻبو.

پر هي ياد رهڻ گهرجي تہ روزو گناهن توڙي جهنم جي باھ ڪان ڍال ۽ بچاءَ جو ذريعو تڏهن ٿيندو جڏهن روزي جا پورا حق ادا ڪيا ويندا. يعني اهي ڪم ڪيا ويندا جن سان الله ۽ ان جو رسول ﷺ راضي ٿين ۽ انهن گناهن ڪان دور رهبو جيڪي انهن جي ناراضپي جو سبب ٿين، جيئن گلا، ڪوڙ، ٺڳي ۽ گار گند ڪان پاسو ڪبو پر جيڪڏهن پنهنجي اڳوٽي روش ۾ تبديلي نہ آڻبي ۽ رمضان ۾ روزن رکڻ جي باوجود غلط ڪارين ڪان باز نہ اچبو تہ روزو ان روزيدار لا ڍال ثابت نہ ٿيندو، جهڙي طرح حضرت ابو عبيده رضي الله تعالیٰ عنہ ڪان مروي آهي تہ مون رسول خدا ﷺ ڪان ٻڌو. پاڻ فرمايائون تہ: **الصوم جُنة مالم يخرقها** يعني روزو ڍال آهي جيستائين روزيدار ان کي نہ ڦاڙي. ۽ ڦاڙڻ مان مراد گلا آهي. (حاشيہ سنن نسائي ص 311)

**لا يجهل** (جاهل نہ ٿئي ) جهل مان مراد غير ضروري ڪم ۽ بي فائده ڪلام مراد آهي، يعني جڏهن روزيدار روزو رکي تہ ان کي گهرجي تہ جاهل ماڻهن وانگر بنا

ضرورت بلند آواز سان ٻه نه ڳالهائي ۽ آهستي ٻه اهڙو
ڪم يا ڪلام نه ڪري جنهن ۾ ڪا مصلحت يا حڪمت
نه هجي، نه فقط ايترو پر جيڪڏهن روزيدار سان ڪو
ماڻهو نامناسب ڪلام ڪري ته مثلاً: گار ڏئي ته يا ان
سان وڙهي ته ته ٻه روزيدار کي معذرت ڪري جند
ڇڏائڻ گهرجي ۽ ان کي چئي ته مان روزيدار آهيان ۽
مون کي روزي ۾ گهٽ وڌ ڳالهائڻ جائز نه آهي ۽
منهنجي خاموشي جي صورت ۾ تنهنجو ڳالهائڻ ٻه
خلافِ مروت آهي، مهرباني ڪري تون ٻه خاموشي اختيار
ڪر.

بعض محدثين جي چوڻ موجب زبان سان ڪجهه ٻه
چوڻ جي ضرورت نه آهي، صرف پنهنجي دل ۾ خيال
ڪري ته مون کي روزو آهي ۽ روزي جي حالت ۾
گارگند ڏيڻ ۽ وڙهڻ مون کي مناسب نه آهي.

آخر حديث ۾ پاڻ ڪريم ﷺ جن الله تعالىٰ جو
قسم کڻي فرمايو ته روزيدار جي وات جي بوءِ الله تعالىٰ
وٽ مشڪ کان وڌيڪ خوشبودار بهتر ۽ پسنديده آهي.

## روزيدار سڃاتا ويندا

**حديث نمبر3:**

**عن انس مرفوعا يخرج الصائمون من قبورهم يعرفون بريح افواههم**.....الخ

(ارشاد الساري صفحو 346 جلد ثالث)

جڏهن روزيدار محشر جي حاضري لاءِ قبرن مان اُٿندا تہ واتَ جي خوشبوء جي ذريعي سڃاتا ويندا تہ اهي روزيدار آهن. روزيدارن جي وات جي بوءِ الله تعاليٰ وٽ مشڪ کان وڌيڪ خوشبودار آهي.

# روزيدار لاءِ جنت کي سينگاريو وڃي ٿو

**حديث نمبر 4:**

**ان الجنة لتزين من الحول الیٰ الحول لشهر رمضان .....**

الخ (ڪنز العمال ص 476، جلد 8)

تحقيق جنت کي هڪ سال کان ٻئي يعني ايندڙ سال تائين رمضان مهيني لاءِ سينگاريو وڃي ٿو ۽ تحقيق جنت جي حورن کي هڪ سال (جي شروع يعني شوال) کان ٻئي سال تائين روزيدارن لاءِ سينگاريو وڃي ٿو پوءِ جڏهن رمضان شريف اچي ٿو تہ جنت دعا گهري ٿي تہ ياالله هن مهيني جي عزت ڪندڙ پنهنجا ٻانها مون کي ڏي يعني مون ۾ رهاءِ، جنت جون حورون دعا گهرن ٿيون تہ يا الله اسان کي پنهنجا اهي ٻانها خاوند ڪري ڏي، جيڪي هن مهيني جي عزت ڪن ٿا، پوءِ جيڪو شخص هن مهيني ۾ ڪنهن ٻئي مسلمان ياءَ تي ڪو بهتان بہ نہ ٿو مڙهي ۽ نشي واري ڪا بہ شيءِ نہ ٿو واپرائي تہ الله تعاليٰ ان جا گناهہ ميٽي ڇڏي ٿو پر جنهن شخص هن مهيني ۾ ڪنهن مسلمان تي ڪوڙو بهتان

مڙهيو يا نشي واري شيءِ استعمال ڪئي ته الله تعالىٰ
ان جا هڪ سال جا نيڪ عمل ميٽ ٿو ڇڏي يعني اهي
عمل هن روزي جي عيوض هن کان ورتا ويندا. تنهن
ڪري رمضان مهيني ۾ الله تعالىٰ کان ڊڄو ۽ گناهن کان
بچو ڇو ته هي مهينو خاص الله تعالىٰ جو آهي. الله
تعاليٰ توهان کي يارنهن مهينا ڏنا آهن، جن ۾ اوهان
کائو، پيئو ۽ لذت حاصل ڪيو ٿا ۽ هڪ مهينو پنهنجي
ذات لاءِ خاص ڪيائين. تنهن ڪري رمضان مهيني ۾ الله
تعالىٰ کان ڊڄو ۽ برائين کان بچو، ڇو ته هي خاص الله
تعالىٰ جو مهينو آهي.

## نصيحت:

اي عزيز مسلمان! تون ڪيڏو نه خوش قسمت آهين جو
روزي رکڻ سان هڪ اسلامي فرض کان سبڪدوش ٿيڻ
کان سواءِ الله تعالىٰ توکي بي انتها اجر ۽ ثواب به عطا
فرمائي ٿو ۽ تنهنجا گناهه به معاف ڪري ٿو. سمورو سال
تنهنجي لاءِ جنت کي سينگاريو وڃي ٿو، جنت تنهنجي
لاءِ مشتاق آهي ۽ بهشتي حورون تنهنجي لاءِ تمنا ڪن
ٿيون ۽ بار گاهِ ايزدي ۾ دعا گهرن ٿيون ته ياالله ! پنهنجا
روزيدار ٻانها اسان کي خاوند ڪري عطا ڪر.

## افسوس!

جو ايترين مهربانين ۽ نوازشن هوندي به اسان
مسلمانن کي هن پلاري مهيني جو پورو قدر ناهي ۽

اسان جا ڪيترائي مسلمان ڀائر رمضان شريف ۾ جانورن وانگر ڪائيندا پيئندا وتن ٿا. ڪي وري روزا بہ رکن ٿا پر ان جي ادبن ۽ شرطن جي پوري پوئواري نہ ٿا ڪن، ڪوڙ، گلا، چغل خوري ۽ گار گند کان پاسو نہ ٿا ڪن، حالانڪہ اهي اهڙا عمل آهن جو سالن جي ڪئي ڪمائي، محنت ۽ نيڪي کي برباد ڪن ٿا جيئن هن ئي حديث شريف جي اندر نبي پاڪ صاحب لولاڪ باعث ڪائنات عليہ افضل الصلوات واڪمل التحيات ارشاد فرمايو آهي تہ جنهن رمضان جي مهيني ۾ ڪنهن ٻئي مسلمان تي ڪو بهتان مڙهيو يا نشي واري شيءِ استعمال ڪئي تہ ان جا هڪ سال جا عمل ميٽيا وڃن ٿا.

**اي مسلمان!** جڏهن تون روزا بہ رکين ٿو تہ پوءِ ان جي آداب ۽ شرائط جو پورو پورو خيال ڇو نہ ٿو رکين؟ ياد رک تہ روزي جو مقصد فقط کائڻ ۽ پيئڻ کان رڪجڻ نہ آهي، بلڪہ اصل مقصد هيءُ آهي تہ تزڪيہ نفس، تصفيہ قلب حاصل ٿئي، نفساني، شهواني قوتون ڪمزور ٿين ۽ دل ۾ خوفِ خدا پيدا ٿئي، جيئن حضرت علامہ بيضاوي رحمة الله عليہ فرمايو آهي:

**ليس المقصود من مشروعية الصوم نفس الجوع والعطش بل ما يتبعه من كسر الشهوات.....** الخ

(التعليق المحمود عليٰ سنن ابي دائود ص 322 ج اول)

روزي مان مقصد اڃ ۽ بک نہ آهي بلڪ روزي جو مقصد آهي ناجائز خواهشات يعني سَڌن جو ختم ٿيڻ، ڪاوڙ واري باهہ جو وسامڻ ۽ سرڪش نفس جو فرمانبردار ٿيڻ، جيڪي روزي رکڻ سان ئي حاصل ٿين ٿا، پوءِ جيڪڏهن روزيدار کي انهن مان ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿيو تہ الله تعالىٰ کي هن جي روزي جي ڪا پرواهہ نہ آهي ۽ الله تعالىٰ ان جي روزي کي قبول نہ ٿو ڪري.

## روزي جو بي حساب ثواب

**حديث شريف** 5:

**عن ابي امامة قال اتيت رسول الله ﷺ فقلت مرني بامرٍ اٰخذه عنك**.... الخ (سنن نسائي ص311 ج1)

حضرت ابو امامہ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مان رسول الله ﷺ جن جي خدمت ۾ آيس ۽ عرض ڪيم تہ مون کي ڪنهن عمل جو حڪم ڪيو، مان توهان کان حاصل ڪيان (۽ ان تي عمل ڪيان) جواب ۾ حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ روزي کي لازم ڪري وٺ ڇو تہ روزي جي مَٽ ڪو بہ عمل ڪو نہ آهي.

**تشريح:**

هن حديث شريف ۾ روزي کي بي مثل چيو ويو آهي، جنهن مان بہ مرادون ٿي سگهن ٿيون. هڪ هي تہ روزو نفس اماره ۽ شيطان جي مڪر ۽ وسوسن جي دور

ڪرڻ ۽ ناجائز خواهشات يعني سڀڻ جي ختم ڪرڻ ۾ بي مثل اهي. ٻي مراد هي ٿي سگهي ٿي ته اجر ۽ ثواب ۾ ٻيو ڪو به عمل روزي جي برابر ٿي نه ٿو سگهي. (حاشيہ الامام السندي علیٰ سنن نسائي ص 311)

**نصيحت:**

اي مسلمان! تون سڀني امتن کان افضل ۽ برتر امت جو هڪ خوشنصيب فرد آهين. ياد رک ته تنهنجي انهيءَ شرف ۽ مرتبي جو دارومدار الله تعالیٰ ۽ ان جي پياري رسول ﷺ جي اطاعت تي آهي. جيڪڏهن تون الله تعالیٰ جي پياري رسول ﷺ جو سچو امتي آهين ته توکي به سندن فرمانن تي پوري طرح عمل ڪرڻ گهرجي، جيئن حضرت ابو امامہ رضي الله تعالیٰ عنہ مٿيون فرمان ٻڌي ان تي عمل ڪيو.

## فرمان رسول مقبول ﷺ

جڏهن حضرت ابوامامہ رضي الله عنہ کي رسول خدا ﷺ روزي رکڻ جو حڪم ڪيو ته پاڻ، سندن بيبي صاحبہ ۽ خادم هميشہ روزو رکندا رهيا.

**فما رؤي ابوامامة ولا امرئتہ ولا خادم.....الخ**

(مسند امام احمد بن حنبل ص 249 ج 5)

پوءِ بغير روزي جي نہ ڪڏهن حضرت ابو امامہ رضي الله عنہ نظر آيو نہ سندس گهرواري ۽ نہ سندس

غلامہ راوي فرمائي ٿو تہ پوءِ جيڪڏهن ڏينهن جو ابو امامہ جي گهر ۾ باهہ نظر ايندي هئي تہ چيو ويندو هو تہ اڄ هن وٽ ڪو مهمان آيو آهي.

## رمضان ۾ نيڪ عمل جو ثواب:

**حديث نمبر: 6**

**وعن سلمان الفارسي قال خطبنا رسول الله ﷺ في آخر يوم من شعبان فقال ياايها الناس قد اظلكم شهر عظيم شهر مبارك شهر فيہ**.....الخ

(مشڪواة المصابيح ص 173)

حضرت سلمان فارسي فرمائي ٿو تہ شعبان جي آخري ڏينهن ۾ رسول الله ﷺ جن اسان جي اڳيان خطبو بيان ڪيو يعني وعظ ڪيائون ۽ ان ۾ فرمايائون تہ اي انسانو! توهان تي هڪ وڏي مهيني پاڇو ڪيو آهي جيڪو برڪت وارو مهينو آهي جنهن ۾ هڪ اهڙي رات بہ آهي جيڪا هزار مهينن کان وڌيڪ آهي، الله تعالىٰ هن مهيني جا روزا فرض ڪيا آهن ۽ رات جي بيهڻ کي نفل قرار ڏنو آهي جيڪو هن مهيني ۾ ڪنهن بہ نيڪي يعني نفلي عبادت سان الله تعالىٰ جو قرب حاصل ڪرڻ چاهيندو تہ ان کي ٻين مهينن جي فرض ادا ڪرڻ جيترو ثواب ملندو ۽ جيڪو شخص هن مهيني ۾ فرض ادا ڪري ٿو تہ ان کي رمضان کان سواءِ ٻين مهينن جي ستر

فرضن جي ادا ڪرڻ جيترو ثواب ملي ٿو. هي صبر جو مهينو آهي ۽ صبر جو ثواب جنت آهي هي غمخواري ۽ همدردي جو مهينو آهي هي اهڙو مهينو آهي جنهن ۾ ايمان وارن جو رزق وڌايو وڃي ٿو، جيڪو هن مهيني ۾ ڪنهن روزيدار کي روزو افطار ڪرائي ٿو ته اهو عمل ان شخص جي گناهه بخشجڻ ۽ جهنم جي باهه کان ڪنڌ آزاد ٿيڻ جو سبب ٿئي ٿو ۽ روزي ڪولائيندڙ کي به روزي رکڻ واري جيترو ثواب ملي ٿو ۽ روزيدار جي ثواب مان ذرو به گهٽايو نه ٿو وڃي،

اسان عرض ڪيو ته يارسول الله! اسان سيني وٽ ايترو ناهي جو روزيدار کي افطار ڪرايون، يعني ڪي بلڪل غريب آهن جن وٽ ايترو به ناهي جو روزائت کي روزو کولائين، پوءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو ته هي ثواب الله تعالىٰ ان شخص کي به ڏيندو جيڪو کير جي لسي جي هڪ ڍُڪ يا هڪ کارڪ (کجور) يا پاڻي جي ڍُڪ سان روزو کولائيندو. جيڪو شخص روزيدار کي ڍؤ ڪري کارائيندو ته الله تعالىٰ ان شخص کي منهنجي حوض مان ايترو ته ڍؤ تي پاڻي پياريندو جو ڪڏهن به ان کي اُج نه لڳندي تانته وڃي جنت ۾ داخل ٿئي. (جنت ۾ اُج نه هوندي) هي اهڙو مهينو آهي جو هن جو پهريون حصو رحمت آهي، وچ وارو حصو بخشش آهي ۽ پڇاڙي وارو جهنم جي باهه کان آزادي آهي. جيڪو شخص هن

مهيني ۾ پنهنجي ٻانهي يعني روزيدار ٻانهي تي ڪم ۾ هلڪائي ڪندو ته الله تعالىٰ ان جا گناهه بخشيندو ۽ دوزخ جي باهه کان نجات ڏيندو.

**تشريح:**

**شهر يزاد فيه رزق المؤمن** (هي اهو مهينو آهي، جنهن ۾ روزيدار مؤمن جو رزق وڌايو وڃي ٿو) يعني پنهنجي حيثيت ۽ پهچ موجب جيتري قدر ڪو مسلمان زياده خرچ ڪندو ته ان جي ظاهري آمدني ۾ به اوتري برڪت پوندي، اهو ئي سبب آهي جو حضور پر نور شافع يوم النشور ﷺ جن هن مهيني ۾ ڪشادگي سان دل کولي خرچ ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي.

## رمضان ۾ خرچ ڪرڻ

**حديث نمبر 7:**

**ابسطوا بالنفقة في شهر رمضان فان النفقة فيه.....**

(ڪنزالعمال ص 464 ج 8)

(پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو آهي ته) رمضان مهيني ۾ خرچ ڪرڻ ۾ ڪشادگي ڪيو ڇو ته هن مهيني ۾ خرچ ڪرڻ گوياڪه الله تعالىٰ جي راهه ۾ خرچ ڪرڻ آهي.

**فائدو:**

ياد رکڻ گهرجي ته رمضان شريف توڙي ٻين مهينن ۾ سڀ کان بهتر خرچ ڪرڻ جي جاءِ پنهنجو گهر آهي عام طور ڏنو ويو آهي ته گهڻا ماڻهو دوستن، يارن لاءِ ته

ضروري ۽ غير ضروري تڪلف ڪندا آهن، مگر پنهنجي اهل و عيال جي لاءِ هميشہ تنگي ۽ بخيلي وارو برتاءَ ڪندا آهن حالانڪہ سيني ڪان وڌيڪ قرب، پيار، محبت، توڙي ڪارائڻ، پيارڻ جا حقدار پنهنجي گهر جا فرد ۽ پاڙيسري آهن.

## گهر ۾ خرچ ڪرڻ جو ثواب:

**حديث نمبر 8:**

**دينار تنفقه عليٰ اهلڪ و دينار تنفقه في سبيل الله... الخ** (ارشاد الساري شرح بخاري ص 346 ج 3)

جيڪڏهن تون هڪ دينار پنهنجي گهر وارن تي خرچ ڪرين ۽ ٻيو دينار الله تعاليٰ جي واٽ ۾ خرچ ڪرين تہ انهن ۾ بهتر دينار اهو آهي جيڪو تون پنهنجي گهر وارن تي خرچ ڪرين ٿو.

**علمي نڪتو:**

هن حديث کي بيان ڪري حضرت علامہ قسطلاني رحمة الله عليہ ان جو سبب هي ذڪر ڪيو آهي تہ اهل و عيال تي خرچ ڪرڻ فرض عين آهي ۽ جهاد ڪرڻ فرض ڪفايہ آهي ۽ فرض ڪفايہ جو مرتبو فرض عين کان گهٽ آهي، ان ڪري حديث ۾ اهل عيال تي خرچ ٿيل دينار کي الله جي راه ۾ جهاد ڪرڻ کان افضل فرمايو ويو آهي. (ارشاد الساري ص 346 ج 3)

## رمضان ۾ الله تعالىٰ جي ڀلائي

حديث نمبر: 9

**اتاڪم شهر رمضان شهر برڪة فيہ خير.... الخ**

(ڪنز العمال ص 467)

توهان وٽ برڪت وارو مهينو رمضان آيو آهي انهيءَ ۾ ايتري تہ ڀلائي آهي جو انهيءَ سان الله تعالىٰ توهان کي گهيري ٿو ڇڏي، پوءِ (روزيدارن تي) الله تعالىٰ جي رحمت نازل ٿئي ٿي ۽ هن مهيني ۾ (روزيدارن جا) گناهہ ميٽيا وڃن ٿا ۽ دعائون قبول ڪيون وڃن ٿيون هن مهيني ۾ الله تعالىٰ توهان جي رشڪ ڪرڻ کي ڏسي ٿو (تہ ڪيئن نيڪ عملن ۾ هڪ ٻئي کان وڌڻ جي ڪوشش ڪيو ٿا) ۽ الله تعالىٰ ملائڪن وٽ توهان تي فخر ٿو ڪري، تنهن ڪري توهان بہ الله تعالىٰ وٽ بهتر عمل پيش ڪيو. يقينًا اهو شخص بدبخت آهي جيڪو هن مهيني ۾ الله تعالىٰ جي رحمت کان محروم رهجي ويو.

حديث نمبر 10:

**وعن عبدالله بن عمرو ان رسول الله ﷺ الصيام والقرآن يشفان للعبد**....(مشڪواة المصابيح ص 173)

حضرت عبدالله بن عمرو رضي الله تعالىٰ عنہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو روزو ۽ قرآن

مجيد بارگاهه الٰهي ۾ روزيدار ٻانهي جي شفاعت ڪندا، روزو چوندو ته اي منهنجا رب! مون تنهنجي ٻانهي کي کاڌي کائڻ ۽ سڌن (خواهشات) پوري ڪرڻ کان ڏينهن جو روڪيو. پوءِ ان لاءِ منهنجي شفاعت قبول ڪر ۽ قرآن شريف چوندو ته مون رات جو هن کي (تلاوت ۽ تراويح سبب) ننڊ کان روڪيو، تنهن ڪري هن جي حق ۾ منهنجي شفاعت قبول فرماءِ. پوءِ الله تعالىٰ وٽ روزيدار لاءِ ٻنهي (روزي ۽ قرآن) جي شفاعت قبول ڪئي ٿي وڃي.

## روزيدار جا گناهه معاف ڪيا وڃن ٿا

**حديث نمبر 11:**

**عن ابي هريرة قال قال رسول الله ﷺ من صام رمضان ايمانا واحتسابا غفرله ما تقدم من ذنبه**... الخ

(متفق عليہ مشڪواة المصابيح ص 173)

حضرت ابو هريره رضي الله تعالىٰ عنہ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته جنهن شخص ايمان يعني دل جي تصديق سان روزي کي فرض سمجهي الله تعالىٰ جي رضا ۽ ثواب جي ارادي سان رمضان ۾ روزو رکيو ته ان جا اڳيان ڪيل گناهه معاف ڪيا وڃن ٿا ۽ جيڪو شخص رمضان ۾ دل جي تصديق سان الله تعالىٰ جي رضا ۽ ثواب خاطر بيٺو يعني تراويح پڙهيائين ته ان جا

ٻه اڳيان گناهه معاف ڪيا وڃن ٿا ۽ جيڪو شخص دل جي تصديق سان الله تعالىٰ جي رضا ۽ ثواب جي اميد رکي قدر واري رات بيهي عبادت ڪري ٿو ته ان جا ٻه اڳيان گناهه بخشيا وڃن ٿا.

**تشريح:**

هن حديث شريف ۾ رمضان شريف جي احترام ڪندڙ مؤمن، روزيدار، رات جو بيهي تراويح پڙهندڙ ۽ قدر واري رات جاڳي عبادت ڪندڙ لاءِ گناهن جي بخشش جو بيان ٿيل آهي، نه فقط ايترو پر سنن ڪبريٰ ۾ حضرت قتيبه بن سعيد جي روايت سان نسائي، جيڪا حديث ذڪر ڪئي آهي ان ۾ تاخر جو لفظ پڻ ذڪر ٿيل آهي، جنهن موجب بعد وارا گناهه پڻ معاف ڪيا وڃن ٿا. (ارشاد الساري شرح بخاري ص 352 ج 3)

ياد رکڻ گهرجي ته ايمانا ۽ احتسابا ٻئي لفظ مفعول له يعني علة ۽ سبب تي واقع ٿيا آهن لهٰذا هي انعام، اڪرام ۽ بخشش فقط انهن خوشنصيب مومنن جي لاءِ آهي جيڪي خاص الله تعالىٰ جي رضا ۽ ثواب خاطر رمضان جا روزا رکن ٿا، تراويح پڙهن ٿا ۽ رات جو بيهي الله تعالىٰ جي عبادت ڪن ٿا انهن جي روزي رکڻ جو سبب نه ماڻهن جو خوف هجي نه شرمساري جو ڊپ ۽ نه ٻين کي ڏيکارڻ مقصد هجي ۽ نه بار سمجهي لاچاري کان روزو رکيو هجي بلڪ دل جي شوق ۽ خوشي سان

روزو رکيو هجي ۽ ان ۾ ڪوڙ ۽ فتني وغيره کان بہ بچيو هجي.

(ملخصا حاشيہ علامہ سيوطي وعلامہ ابوالحسن سنڌي عليٰ سنن نسائي ص 238 و ص 308 ج 1)

**فائدو:** حديث شريف ۾ لفظ **من ذنبه** اگرچہ عام آهي، مگر جمهور محدثين هن مان فقط صغيرا گناهہ مراد ورتا آهن. (ارشاد الساري ص 352، ج 3)

## عملن جو ثواب ڏهوڻون

**حديث نمبر 12**

**عن عبدالله بن مسعود قال قال رسول الله ﷺ ان الله عز وجل جعل حسنة ابن آدم بعشر امثالها الى سبع ماة....** الخ

(مسند امام احمد ص 446، ج 1)

حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله تعاليٰ عنہ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ الله تعاليٰ انسان جي هر نيڪ عمل جو ثواب ڏهن کان وٺي ستن سَوَن تائين وڌائي ٿو مگر روزو (ان جو ثواب ستن سَوَن کان بہ وڌيڪ ملي ٿو، ڇو تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو) روزو صرف منهنجي لاءِ آهي ۽ ان جو بدلو روزيدار کي مان (الله) پاڻ ڏيندس. روزيدار کي بہ خوشيون حاصل ٿين ٿيون، هڪ خوشي روزي کولڻ وقت ۽ ٻي خوشي قيامت ڏينهن (الله تعاليٰ جي ديدار وقت) ۽ روزيدار جي

وات جي بوءِ الله تعالىٰ وٽ مشڪ کان وڌيڪ خوشبودار ۽ وڻندڙ آهي.

**تشريح:**

الله تعالىٰ انسانن جي نيڪ عملن کي ڏهن عملن جي ثواب کان وٺي وڌائيندو رهي ٿو، پوءِ جيترو عمل ۾ زياده اخلاص هوندو اوترو ان جو اجر بہ زياده ٿيندو تانتہ زياده اخلاص واري کي 700 نيڪ عملن جو ثواب ملي ٿو. پر روزي جو اجر ستن سَوَن تائين بہ محدود ناهي روزي کي الله تعالىٰ پنهنجو محبوب عمل سڏي ان جو بدلو پنهنجي ذمي ڪنيو آهي لهٰذا روزيدار کي الله تعالىٰ بي حساب ثواب عطا فرمائيندو.

**نسبته:**

روزي کي الله تعالىٰ پاڻ ڏي نسبت ڏني آهي، حالانڪ جميع اعمال صالحہ (نيڪ عمل) الله تعالىٰ جي لاءِ ئي آهن. محدثين ڪرام ان جا مختلف سبب ذڪر ڪيا آهن، جن مان ڪجهہ هتي پيش ڪجن ٿا:

پهريون: هي تہ مشرڪن روزي کانسواءِ هر عبادت ۾ الله تعالىٰ سان پنهنجي معبودن کي شريڪ ڪيو آهي مثلاً صدقہ، سجده، ذڪر وغيره صرف روزو ئي اهو عمل ۽ عبادت آهي جو ڪنهن بہ قوم ڪنهن بہ زماني ۾ پنهنجي ڪوڙن معبودن لاءِ روزو نہ رکيو، ان ڪري الله تعالىٰ روزي کي خاص پنهنجو سڏيو ۽ روزيدارن جي

روزي جو عيوض بہ پنهنجي ذمي ڪنيو ۽ ان جو ڪو شمار ۽ اندازو ناهي تہ ڪيترو زياده اجر ملندو، ڇو تہ ڪو بہ سخي جڏهن بذاتِ خود اجورو ڏيڻ جو ذمو ڪڻندو آهي تہ ان جو مطلب هي هوندو آهي تہ سخي پنهنجي حيثيت موجب تمام گهڻو بدلو عطا ڪندو ۽ **الله تعالىٰ** جي وسيع نعمتن ۽ رحمتن جو تہ ڪو اندازو ئي ناهي، بقول علامہ ابو الحسن سنڌي محشي سنن نسائي **"انہ لاحد لہ"** الله پاڪ جي اجر جي ڪا بہ حد ناهي، غير محدود ۽ غير محصور آهي.

**ٻيو:** نماز، جهاد، صدقہ ۽ حج وغيره ظاهري عبادتون آهن، جن ۾ رياءَ (ڏيکاءُ) ٿي سگهي ٿو، ڇو تہ هي اهڙا عمل آهن جو ظاهر ڪرڻا پون ٿا ۽ ماڻهو نيڪ سمجهي تعظيم وغيره ڪن ٿا جنهن ڪري نفس کي خوشي ٿئي ٿي، پر جيئن تہ روزي جو تعلق فقط خالصِ نيت سان آهي ۽ نيت مخفي عمل آهي، جنهن ۾ رياءَ ڪو نہ ٿو ٿي سگهي، ان ڪري الله پاڪ فرمايو تہ: **الصوم لي** روزو خاص منهنجي لاءِ آهي ۽ ان ۾ نفساني لذت ۽ مزي جو ڪو دخل ناهي.

**ٽيون:** کائڻ، پيئڻ کان بي پرواهہ هجڻ الله پاڪ جي صفت آهي ۽ روزيدار بہ جيئن تہ انهن ڳالهين کان بچي ڪري متخلق باخلاق الله (الله پاڪ جون صفتون پاڻ ۾ پيدا ڪري ٿو) ٿئي ٿو تنهن ڪري روزيدار کي بہ الله

تعالیٰ جو خصوصي قرب حاصل ٿئي ٿو، ان ڪري الله پاڪ فرمايو تہ روزو منهنجي لاءِ آهي ۽ ان جو بدلو آئون ڏيندس.

**چوٿون:** الله تعالیٰ پنهنجي پسنديدگي ۽ روزي جي عزت ۽ شرف کي ظاهر ڪرڻ لاءِ **الصوم لي** يعني روزو منهنجي لاءِ آهي فرمايو. جهڙي طرح قرآن پاڪ ۾ حضرت صالح عليہ السلام واري ڏاچي کي الله تعالیٰ **ناقة الله** يعني الله جي ڏاچي فرمايو. اهڙي طرح ڪعبة الله شريف کي بيت الله محض ان ڪري چيو ويو جيئن هنن جو شرف ظاهر ٿئي، حالانڪ دنيا جون ٻيون بہ سڀ شيون الله پاڪ جي لاءِ ئي آهن.

**پنجون:** الله تعالیٰ روزي جي نسبت پاڻ ڏانهن ڪري گوياڪ انسانن کي هي حڪم فرمايو تہ اي انسان! دنيا جا سڀ ڪاروبار تنهنجا پنهنجي نفس خاطر آهن، جڏهن تہ روزو خاص منهنجي رضا جي لاءِ ئي آهي، پوءِ ائين نہ ٿئي متان تون پنهنجي ڪم ڪار ۾ مصروف ٿي منهنجو روزو ڇڏي ڏين.

## ٻہ فرحتون

**هن** حديث شريف ۾ روزيدار لاءِ ٻن فرحتن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. انهن مان هڪ فرحت ۽ خوشي دنيا ۾ روزي کولڻ وقت حاصل ٿئي ٿي ۽ ٻي قيامت جي ڏينهن حاصل ٿيندي، روزي کولڻ وقت خوشي يا تہ ان ڪري

حاصل ٿئي ٿي جو الله تعالىٰ جي عبادت صحيح طريقي سان ادا ڪيائين ان ۾ ڪو بہ اهڙو ڪم نہ ڪيائين جيڪو روزي ۾ منع هجي يا ان ڪري جو الله تعالىٰ هڪ نيڪ عمل ڪرڻ جي توفيق بخشي يا ان لاءِ جو ڏينهن ۾ اُج بک جي تڪليف هجي ۽ فطرتا اها تڪليف ختم ٿيڻ تي انسان جي طبعيت ۾ خوشي ۽ لذت پيدا ٿئي ٿي ۽ قيامت ۾ خوشي يا تہ روزي جي ثواب ملڻ ڪري حاصل ٿيندي يا الله تعالىٰ جو ديدار ڪري ٻانهو خوش ٿيندو. (ملخصا ارشاد الساري ص 355، جلد 3، شرح نووي علىٰ مسلم ص 363، حواشي نسائي ص 308، ۽ ص 309)

## مشڪ کان وڌيڪ خوشبودار

مشڪ عطر يا ڪنهن بہ خوشبوء مان فائدو حاصل ڪرڻ کان الله تعالىٰ جي ذات، پاڪ ۽ منزه آهي باوجود انهيءَ جي هن حديث شريف ۾ مجازا روزيدار جي وات جي بوءِ کي الله تعالىٰ وٽ مشڪ ۽ عطر کان وڌيڪ چيو ويو آهي. لهٰذا حديث شريف جو مطلب هي ٿيندو تہ جهڙي طرح اوهان انسانن وٽ مشڪ نهايت پسنديده شيءِ آهي ۽ پسنديده خوشبودار شين کي اوهان قريب رکندا آهيو اهڙي طرح روزيدار جي وات جي بوءِ کي الله تعالىٰ وٽ ان کان بہ زياده قرب حاصل آهي. جيڪو قرب مشڪ کي اوهان وٽ حاصل ٿئي ٿو. يا مطلب هي ٿيندو تہ جهڙي طرح اوهان وٽ مشڪ عطر مکيندڙ ماڻهو زياده معزز هوندو آهي ۽ اوهان ان جي هر ڳالھ قبول ڪندا آهيو، اهڙي طرح رب پاڪ وٽ معزز ۽

قبوليت وارو ماڻهو اهو آهي، جيڪو ان جي فرمان کي مجيندي ڪائڻ، پيئڻ ترڪ ڪري ٿو ان جي ڪري ان جي وات ۾ بوءِ پيدا ٿئي ٿي. (حاشيہ نسائي شريف ص 309 و سرح نووي عليٰ مسلم ص 363)

هي مرتبو روزيدار کي ان ڪري حاصل ٿئي ٿو جو جيڪو بہ عمل خاص الله پاڪ جي رضا خاطر ڪيو ٿو وجي اهو عمل ۽ ان عمل جي ڪري پيدا ٿيندڙ هر وصف الله تعاليٰ وٽ نهايت پسنديده آهي، پوءِ ڪٿي دنيا ۾ ماڻهن کي ناپسند ڇو نہ هجي، جيئن حديث شريف ۾ اچي ٿو تہ الله تعاليٰ جي راهہ ۾ جهاد ڪندڙ مجاهدن جي هلڻ ڪري، جيڪو زمين مان غبار اُٿي ٿو اهو غبار جنت ۾ بهشتين کي خوشبوءِ جي صورت ۾ ڏنو ويندو ۽ قيامت جي ڏينهن شهيدن جي بدن تي لڳل رت ۾ مشڪ جهڙي وڻندڙ خوشبو هوندي، اهڙي طرح روزو بہ جيئن تہ الله تعاليٰ ۽ روزيدار جي وچ ۾ هڪ مخفي نيڪ عمل آهي، جنهن جي ڪنهن ٻئي کي خبر نہ ٿي پوي ان پياري عمل جي ڪري ان روزيدار جي وات جي بوءِ الله تعاليٰ کي مشڪ کان وڌيڪ پسند آهي. (ارشاد الساري ص 355)

**فائدو:**

حديث شريف ۾ روزن مان مراد انهن نيڪ بختن جا روزا آهن جن جا روزا زبان توڙي بدن جي ٻين عضون جي نافرمانين ۽ گناهن کان محفوظ هجن. (زهر بي عليٰ سنن نسائي ص 309 ج 1)

# جنت جو دروازو

**حديث نمبر 13:**

**عن ابي هريرة ان رسول الله ﷺ قال من انفق زوجين في سبيل الله نودي من ابواب الجنة يا عبدالله هٰذا خير فمن كان من اهل الصلوة دعي من باب الصلواة...**

الخ. (صحيح بخاري ص 254)

حضرت ابو هريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ کان روايت آهي تہ جنهن شخص جوڙو يعني بہ شيون الله تعالىٰ جي راھ ۾ خرچ ڪيون اهو جنت جي دروازن مان سڏيو ويندو. اي خدا جا ٻانها! هي دروازو ڀلو آهي پوءِ جيڪو شخص نمازي هوندو ان کي نماز جي دروازي کان سڏيو ويندو ۽ جيڪو شخص مجاهدن مان هوندو ان کي جهاد جي دروازي مان سڏيو ويندو ۽ جيڪو شخص روزيدارن مان هوندو ان کي ”ريان“ دروازي مان سڏيو ويندو ۽ جيڪو شخص صدقہ ڏيندڙن مان هوندو، ان کي صدقي جي دروازي کان سڏيو ويندو، پوءِ حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ منهنجا والدين توهان تان قربان ٿين، انهن دروازن مان جنهن کي سڏيو وڃي ان ۾ ڪا گهٽتائي نہ آهي، پر ڇا ڪو اهڙو بہ شخص هوندو جنهن

ڪي انهن سيني دروازن مان سڏيو وڃي؟ پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ ها ۽ مون ڪي اميد آهي تہ تون انهن مان هوندين.

**تشريح:**

برابر هر مسلمان روزه، نماز، خيرات، صدقات وغيره نيڪ عمل ڪندو رهي ٿو، مگر جيئن تہ ڪنهن ۾ ڪا نيڪ وصف زياده آهي تہ ڪنهن ۾ ٻي نيڪي وڌيڪ آهي، ان لحاظ سان هن حديث شريف ۾ مختلف پنجن قسمن جي عبادت گذارن لاءِ جدا گانہ جنت جي دروازن جو ذڪر ڪيو ويو آهي، ان کان علاوه ٻين نيڪ عمل ڪندڙ مؤمنن جي لاءِ بہ جداگانہ جنت جا دروازا هوندا، جيئن باب الزڪواة، باب الحج، باب العمرة. ان ڪانسواءِ صبر ڪندڙن جي لاءِ باب الصابرين ۽ اهل الذڪر ٻانهن لاءِ باب الذڪر ۽ ڪاوڙ ڪائيندڙن لاءِ باب الڪاظمين الغيظ ۽ جيڪي بنا حساب جنت ۾ داخل ٿيندا انهن لاءِ باب الايمن هوندو.

ان ڪانسواءِ ٻيا بہ ڪافي نالن وارا دروازا هوندا، مطلب تہ جنهن ۾ جيڪا وصف هوندي ان کي ان وصف واري نالي جي دروازي کان سڏيو ويندو ۽ جنهن ۾ پوري طرح سڀ نيڪ خصلتون موجود هونديون، اهو اگرچہ داخل تہ هڪ ئي دروازي مان ٿيندو، مگر ان کي تعظيم خاطر جنت جي سيني دروازن مان پڪاريو ويندو،

پوءِ ان جي مرضي جنهن به دروازي کان داخل ٿئي، جيئن حضرت صديق اڪبر رضي الله عنه ۾ اهي سيئي وصفون پوري طرح موجود هيون ته نبي ڪريم ﷺ جن کيس بشارت ڏني ته تون به انهن مان هوندين جن کي جنت جي هر دروازي کان سڏيو ويندو.

**فائده:**

ياد رکڻ گهرجي ته هن حديث ۾ لفظ "ارجو" (مون کي اميد آهي) جيئن ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي ته هن مان وجوب مراد آهي نه اميد ۽ حديث جو مطلب هي ٿيندو ته يقينًا واجب ۽ لازم آهي ته حضرت صديق اڪبر رضي الله عنه کي جنت جي سيني دروازن کان پڪاريو وڃي. (ارشاد الساري ص 349 ج 3)




**هن** دروازي جو نالو ريان ان ڪري رکيو ويو جو عربي لفظ ريان، عطش يعني اُڃ جو ضد آهي ۽ جيئن ته روزيدار به دنيا ۾ اُڃ برداشت ڪندا رهيا ۽ هن دروازي ۾ داخل ٿيڻ سان هميشه لاءِ اُڃ کان محفوظ ٿي ويندا ان ڪري هن دروازي کي باب ريان چيو ويو.

۽ ٻي حديث شريف ۾ حضرت سهل رضي الله عنه، نبي اڪرم ﷺ کان حديث روايت ڪئي آهي ته جنت جو هڪ دروازو آهي، جنهن مان قيامت ڏينهن روزيدار داخل

ٿيندا، ٻيو ڪو بہ ماڻهو ان دروازي مان داخل نہ ٿيندو، پوءِ جڏهن سڀ روزيدار داخل ٿي ويندا تہ اهو دروازو بند ڪيو ويندو ۽ پوءِ ڪو بہ داخل نہ ٿيندو.

ترمذي شريف ۾ حضرت سهل بن سعد رضي الله عنہ حضرت رسول الله ﷺ جن کان روايت ڪئي آهي تہ: **في الجنة باب يدعىٰ الريان يدعىٰ لہ الصائمون.....** (جامع ترمذي ص 95 ج 1)

بهشت ۾ هڪ دروازو آهي جنهن کي ريان چيو ٿو وڃي، ان ۾ داخل ٿيڻ لاءِ روزيدارن کي سڏيو ويندو، پوءِ جيڪو روزائتن مان هوندو ان ۾ داخل ٿيندو ۽ جيڪو ان ۾ داخل ٿيو وري ان کي ڪڏهن بہ اُڃ نہ لڳندي.

## روزي جا آداب

هن ڳالهہ تي سيني جو اتفاق آهي تہ ڪو بہ ڪم اصول ڪانسواءِ پوري طرح فائدي وارو ٿي نٿو سگهي، انهيءَ ڪري هر ڪم ۾ اصول ۽ قانون جو لحاظ ضروري ڪيو ويندو آهي. اهڙي طرح روزو جنهن کي حديث شريف ۾ **الصوم نصف الصبر** يعني روزو صبر جو اڌ چيو ويو آهي ۽ صبر کي ايمان جو اڌ چيو ويو. **الصبر نصف الايمان**، ان مان معلوم ٿيو تہ روزو ايمان جو چوٿون حصو آهي. لهٰذا اهڙي اسلامي اهم رڪن ۾ بہ ضرور ڪن شرطن جي رعايت ڪرڻي پوندي. ان لاءِ روزي جا مختصر آداب ۽ شرائط احياءَ العلوم (مؤلفہ امام غزالي عليہ الرحمة) مان پيش ڪجن ٿا.

روزي جي لاءِ ٻن قسمن جا شرط آهن.

## 1: ظاهري 2: باطني

ظاهري هي آهن، رمضان جو چنڊ ڏسي يا شعبان جا 30 ڏينهن ڳڻي پورا ڪري پوءِ روزا شروع ڪرڻ، روزي جي نيت ڪرڻ، ڪائڻ، پيئڻ، جماع يعني همبستري کان بچڻ وغيره.

باطني شرط هي آهن:

1: پنهنجي نظر تي ڪنٽرول ڪرڻ، يعني اهڙي هر شيءِ کان پاسو ڪرڻ جيڪا الله تعالىٰ وٽ ناپسند هجي ۽ الله تعالىٰ جي ذڪر کان غافل ڪري. جيئن حديث شريف ۾ اچي ٿو. نبي اڪرم ﷺ جن فرمايو:

## النظرة سهم مسموم من سهام ابليس....

نظر شيطان لعين جي زهر آلوده تِيرن مان هڪ تِير آهي پوءِ جيڪو شخص الله تعالىٰ جي خوف کان انهيءَ نظر ڪرڻ کي ڇڏيندو يعني ناجائز نظر نہ ڪندو تہ الله تعالىٰ ان کي اهڙو ايماني مزو ۽ لذت چکائيندو، جيڪو روزيدار کي پنهنجي دل ۾ محسوس ٿيندو.

2: روزيدار پنهنجي زبان کي فحش، بيهوده ڳالهين، ڪوڙ، گلا، چغلخوري، ظلم ۽ جهڳڙي وغيره کان محفوظ رکي، ذڪر الٰهي ۽ تلاوت ڪلام مجيد ۾ مشغول رکي.

3: ڪنن کي اهڙين ڳالهين جي ٻڌڻ کان بند رکي. جيڪي الله تعاليٰ وٽ ناپسند آهن، ڇو ته جيڪا ڳالهه زبان سان چوڻ حرام آهي، ان جو ڪنن سان ٻڌڻ به حرام آهي.

4: هٿن، پيرن ۽ ٻين عضون کي گناهن کان روڪڻ ۽ روزي کولڻ مهل شبهي وارين شين کان پيٽ کي بند رکڻ يعني بلڪل استعمال نه ڪرڻ.

5: روزي کولڻ کانپوءِ به دل ۾ خوف، اميد ۽ هي تردد يعني فڪر ۽ پريشاني هجي ته خبر ناهي ته منهنجو روزو قبول پيو الائي نه، نه فقط روزو پر هر عبادت جي پوري ٿيڻ بعد اهو فڪر هجڻ گهرجي، چنانچه حضرت حسن بصري رحمة الله عليه جي باري ۾ روايت ۾ اچي ٿو ته (غالبًا عيد ڏينهن) هڪ جاءِ تان لنگهيا، جتي ڪي ماڻهو کِلي رهيا هئا، پاڻ (انهن کي) فرمايائون ته الله تعاليٰ رمضان شريف کي پنهنجي مخلوقات جي پڄڻ لاءِ هڪ ميدان مقرر فرمايو آهي جيئن ان ميدان ۾ انسان، الله تعاليٰ جي عبادت لاءِ هڪ ٻئي کان ڊڪي وڏڻ جي ڪوشش ڪن، پوءِ انهن مان ڪي ماڻهو ته اڳتي وڌي پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿي ويا يعني رمضان جون برڪتون ۽ الله تعاليٰ جي رضا حاصل ڪري ويا ۽ ڪجهه ماڻهو پوئتي رهجي ويا ۽ انهن کي نقصان حاصل ٿيو، پوءِ گهڻو افسوس ۽ عجب آهي انهن ماڻهن جي

حال تي جيڪي اهڙي ڏينهن به ڪِلن ۽ راند ڪن ٿا، جنهن ڏينهن ۾ تڪڙ ڪري هلندڙ يعني رمضان ۾ گهڻي عبادت ۽ نيڪي ڪندڙ پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا ۽ باطل يعني ڪوڙا دعويدار ۽ سست محروم رهجي ويا، خدا جو قسم ته جيڪڏهن حقيقت حال ظاهر ڪئي وڃي ها ته جيڪر مقبول عمل وارو ايترو خوش ٿئي جو ان ڪي راند روند جي يادگيري ئي نه رهي ۽ جنهن جا عمل نامنظور ٿيا اهو ايترو ته غمگين ٿئي جو ان ڪان ڪِلڻ وسري وڃي.

## روزي جا ٽي قسم آهن:

**1: عام روزيدار مومنن جو روزو**

**2: خاص نيڪ ٻانهن جو روزو**

**3: خاص الخاص الله تعالىٰ جي پيارن ٻانهن جو روزو**

1: عوام جو روزو ته فقط هي آهي جو پيٽ ۽ شرمگاهه کي خواهشات جي پوري ٿيڻ کان روڪيو وڃي.

2: ۽ خاص نيڪ مومن هن نموني روزو رکندا آهن جو اک، ڪن، زبان، هٿ ۽ پير مطلب ته سيئي بدن جا عضوا گناهن کان پري رکندا آهن.

3: خاص الخاص مومن هن طرح روزا رکندا آهن جو انهن جي دل بُرن خيالن، دنيا جي فڪرن، کان آزاد هوندي آهي، دل ۾ الله تعالىٰ جي ذات بابرڪات کانسواءِ

ٻي ڪا شيءِ نہ هوندي آهي، ايتري قدر جو ڪنهن وقت جيڪڏهن روزي ۾ ذات باري تعالىٰ ۽ آخرت ڪانسواءِ دل ۾ ڪنهن غير جو خيال آيو يا دل ۾ دنيا جو فڪر پيدا ٿيو تہ انهن جي نظريي موجب اهو روزو ڀڄي پيو.

البتہ جيڪا دنيا دين جي ڪمن ۾ مددگار ٿئي اهڙي دنيا دنيا ناهي، بلڪہ حقيقت ۾ اها دنيا آخرت جو توشو ۽ ثمر آهي اهڙي دنيا سان خاص الخاص جي روزي کي بہ ڪو نقصان نہ ٿو پهچي.

اي عزيز ياءَ! تون هن بي بقا ۽ بي وفا دنيا جي گڏ ڪرڻ لاءِ تہ سوين سختيون، سور سهندو آهين، ان لاءِ گرمي، سردي، اُڃ، بک بہ برداشت ڪندو آهين، سياري جي سخت سردي ۾ بہ تو ڪڏهن پنهنجي پاڻي جو وارو ضايع نہ ڪيو هوندو، پر افسوس جو تون آخرت جي ابدي جاگير ۽ پائدار پرامن زندگي ماڻڻ لاءِ ايتري تڪليف بہ برداشت نہ ٿو ڪرين جو 13، 14 ڪلاڪ کائڻ، پيئڻ کان پيٽ کي پلي سگهين؟ تو ٻڌو تہ الله تعالىٰ جا خاص مقرب ٻانها ڪيئن روزو رکندا آهن، جيڪڏهن اسان ۾ ايتري لياقت ۽ طاقت ناهي تہ گهٽ ۾ گهٽ الاهي عذاب کان بچڻ خاطر عام مومنن واري روزي کان تہ محروم نہ رهون.

روزي نہ رکڻ جو پُرخطر نتيجو ۽ عذاب الٰهي، ان سلسلي ۾ هينيان ڪجهہ صفحا ضرور مطالعہ ڪندا.

## روزي نہ رکڻ جو نتيجو

حديث نمبر: 14

**عن ابي هريرة قال قال رسول الله ﷺ من افطر يوما من رمضان**...الخ (ترمذي)

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ فرمائي ٿو تہ رسولِ خدا ﷺ فرمايو آهي تہ جنهن شخص رمضان شريف جو هڪ روزو شرعي اجازت (سفر وغيره) ۽ بيماري کانسواءِ نہ رکيو ۽ ان جي عيوض سموري زندگي روزو (نفلي) رکي تہ بہ پورو نہ ٿي سگهندو.

**تشريح:**

هن حديث شريف ۾ روزي نہ رکندڙ جي لاءِ سخت تنبيہ ڪئي وئي آهي تہ جيڪڏهن ڪو شخص رمضان شريف جو هڪ روزو نہ ٿو رکي ۽ بنا عذر بي پرواهي ڪري قضا ٿو ڪري ۽ پوءِ ان جي عيوض سڄي زندگي نفلي روزا رکندو رهي ٿو تہ بہ ان شخص کي رمضان شريف جي هڪ فرضي روزي جيترو ثواب نہ ملندو، هن حديث شريف جو هي مطلب ناهي تہ جيڪڏهن اهو ماڻهو روزي جي قضا جي نيت سان ايترا روزا رکي تہ بہ اهو قضا تيل روزو پورو ٿي نہ سگهندو بلڪ فقہ حنفي موجب جنهن شخص جيترا روزا قضا ڪيا ان کي اوترا ڏينهن قضا جي نيت سان روزا رکڻ ڪافي آهن. ( حاشيہ مشڪوات المصابيح ص 77)

پر جيئن تہ روزي ڇڏڻ سان بہ ڳالهيون لازم ٿين ٿيون.

**1: روزي نہ رکڻ جو عيوض 2: روزي ڇڏڻ جو گناهہ**

پوءِ روزي قضا ڪرڻ سان اگرچہ انسان فرضي ذميداري کان آزاد ٿئي ٿو پر وقت تي يعني رمضان شريف ۾ روزو نہ رکڻ ڪري مٿس جيڪو گناهہ ٿيو، اهو روزي سان معاف نہ ٿو ٿئي، ان لاءِ توبہ تائب ٿيڻ شرط آهي، يا ڪٿي ائين ڇئجي تہ ان جو مدار الله تعالىٰ جي رضا تي آهي، جي چاهي تہ آخرت ۾ بخشي ڇڏي، جي گهري تہ ان بي پرواهي ۽ دير ڪرڻ سبب عذاب ۾ مبتلا ڪري. (معارف السنن ص 392 ج 5)

معلوم هجڻ گهرجي تہ حضرت علي ڪرم الله وجهہ ۽ حضرت ابن مسعود رضي الله عنہ مذڪوره حديث شريف جي ظاهر کي اختيار ڪندي فرمايو آهي:

**من افطر يوما من رمضان** ....(الزواجرعن اقتراف الڪبائر ص 182، جلد1)

جنهن شخص (بنا عذر) رمضان شريف جو هڪ روزو قضا ڪيو، پوءِ ڪٿي ساري زندگي روزو رکي تہ بہ اهو قضا ٿي نہ سگهندو. البتہ شرعي عذر جي صورت ۾ روزو نہ رکڻ ۾ ڪو گناهہ نہ آهي

عذر شرعي مان سفر، بيمار ٿيڻ جو خوف، پيرسن هجڻ مراد آهي. (اشعتہ اللمعات ص 96 جلد 2)

# اسلام جو بنياد

ولي ڪامل عارف بالله حضرت ابوالعباس احمد بن محمد بن علي ابن حجر مڪي رحمة الله عليہ ڪبيرن گناهن جي متعلق الزواجر عن اقتراف الڪبائر نالي هڪ مفصل ڪتاب لکيو آهي جنهن ۾ پاڻ روزي نہ رکڻ کي بہ ڪبيرن گناهن ۾ شامل ڪيو اٿن ۽ ان لاءِ هيٺ ڏنل حديث شريف مان دليل پيش ڪيو اٿن تہ نبي ڪريم ﷺ جن ارشاد فرمايو:

**حديث نمبر: 15**

**عرا الاسلام وقواعد الدين ثلاثة عليهن**....الخ (ايضًا)

اسلام جو بنياد ۽ دين جا اصول ٽي شيون آهن، جن تي اسلام جي تعمير ٿيل آهي. جنهن شخص انهن مان ڪو بہ هڪ (انڪار ڪندي) ڇڏيو تہ اهو شخص انهيءَ جي ڪري ڪافر يعني الله تعالیٰ جو منڪر آهي ۽ ان جو رت هارڻ يعني قتل ڪرڻ جائز آهي. انهن مان هڪ لااله الا الله يعني مڪمل ڪلمہ طيبہ جي شاهدي ڏيڻ آهي(2) فرض نماز پڙهڻ ۽ (3) رمضان ۾ روزو رکڻ

۽ ٻي روايت ۾ هي لفظ آيل آهن،

**من ترڪ منهن واحدة فهو بالله ڪافر ولا يقبل**... (ايضًا)

جنهن شخص انهن يعني ٽن مان هڪ ڇڏيو اهو الله تعالیٰ جو انڪار ڪندڙ آهي پوءِ نہ ان جو ڪو بدلو قبول

ڪيو ويندو نہ حيلو، ان جو رت هارڻ ۽ ان جو مال ٻين لاءِ حلال آهي. البتہ جيڪو روزي جو اقرار ڪري ٿو باقي غفلت، سستي جي ڪري روزو نٿورڪي تہ اهو مسلمان ئي آهي.

## نصيحت:

اي مسلمان ڀاءُ! ڪجھہ تہ سوچ، ڇا تنهنجي مسلمان هجڻ لاءِ فقط ڪلمو شريف پڙهي مسلمان سڏائڻ ڪافي آهي؟، ڇا توکي نماز، روزي ۽ ٻين نيڪ عملن ڪرڻ جي ڪا ضرورت ناهي؟ حالانڪہ هن حديث شريف مان توکي معلوم ٿيو تہ جهڙي طرح ڪنهن مڪان يا جاءِ جي لاءِ بنياد ۽ زمين جو هجڻ ضروري آهي ۽ انهن کان سواءِ ڪا بہ جڳھہ جڳھہ رهي نہ ٿي سگهي، اهڙي طرح مسلمان هجڻ لاءِ بہ ڪلمہ طيبہ کانسواءِ نماز ۽ روزو بہ زمين ۽ بنياد جي حيثيت رکن ٿا ۽ انهن کانسواءِ مسلمان، مسلمان رهي نہ ٿو سگهي، پر جيڪڏهن تون انهن ڳالهين کي ضروري سمجهين ٿو تہ اڄ دل و جان سان مهربان مولا جي اڳيان سر سجدي ۾ رکي توبہ تائب ٿي ۽ پوري شوق و ذوق ۽ محبت سان الله تعالىٰ جي هن پياري مهمان رمضان جي عزت ڪر، پاڻ بہ روزا رک ۽ پنهنجي اهل و عيال ۽ پاڙي وارن کي بہ هوشيار ڪر تہ جيئن اهي بہ هن مهيني جي رحمتن ۽ برڪتن سان مالا مال ٿي جنت جا حقدار بڻجن ۽ جهنم جي عذاب کان بچي پون.

# آمين فرمايائون

**حديث نمبر 16:**

**عن انس قال ارتقيٰ رسول الله ﷺ المنبر فقال آمين ثم ارتقيٰ ثانية فقال آمين**.... الخ

(ڪنزالعمال ص 592 جلد 8)

حضرت انس رضي الله عنہ فرمائي ٿو تہ هڪ دفعي رسول الله ﷺ جن منبر جي ڏاڪي تي چڙهي آمين فرمايو، وري ٻئي ڏاڪي تي چڙهي آمين فرمايائون، وري جڏهن ٽئين ڏاڪي تي قدم مبارڪ رکيائون تہ بہ آمين فرمايائون پوءِ جڏهن پاڻ (نصيحت ڪرڻ لاءِ) سڌا تي ويهي رهيا تہ بہ آمين چيائون، (نصيحت ٻڌڻ کانپوءِ اصحابن عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ اڄ اوهان ڪهڙي ڳالهہ جي ڪري آمين چئي رهيا هئا؟ پاڻ (ﷺ) جن فرمايو تہ ان مهل مون وٽ جبرائيل (عليہ السلام) آيو هو ۽ اچي عرض ڪيائين تہ اي محمد (ﷺ) ان شخص جو نڪ مٽي ۾ پرجي يعني خوار ۽ ذليل ٿئي جنهن جي سامهون اوهان جو بيان ڪيو وڃي، تنهن هوندي بہ اوهان تي صلواة سڳوري نہ پڙهي، مون چيو آمين. پوءِ وري ٻئي ڏاڪي تي چڙهڻ مهل بہ فرمايائون تہ ان شخص جو نڪ مٽي ۾ پرجي يعني ذليل و خوار ٿئي

جنهن جي سامهون پيءُ ۽ ماءُ (زنده) هجن يا انهن مان هڪڙو هجي ۽ اهي هن کي جنت ۾ داخل نہ ڪرائين (يعني هي انهن جي ايتري خدمت نہ ڪري جو والدين هن تي راضي ٿين ۽ بهشت جي داخل ٿيڻ جو سبب بڻجن) ان تي بہ مون آمين چيو.

وري جڏهن جبرائيل (عليہ السلام) چيو تہ ان شخص جو نڪ مٽي ۾ ٻرجي جنهن کي رمضان جو مهينو هٿ آيو ۽ پوءِ بہ نہ بخشيو وڃي يعني روزو نہ رکيائين پر آداب جو لحاظ بہ نہ ڪيائين يا گناهن کان توبہ تائب نہ ٿيو ان تي بہ مون آمين چيو.

## نصيحت:

اڄ وقت اٿئي هن نعمت جو قدر ڪر نہ تہ سڀاڻي مڪين جيان هٿ مَلڻ بعد بہ ڪجهہ هٿ نہ ايندئي، الله تعالىٰ جي رحمتن حاصل ڪرڻ ۽ گناهن بخشرائڻ جو هي قيمتي وقت نہ وڃاءِ، سچي دل سان گناهن کان توبہ تائب ٿي رمضان جا روزا رک ۽ نيڪ عمل ڪر، جي هن مقدس مهيني ۾ بہ رحمت الٰهي کان محروم رهجي وئين تہ پوءِ ڪڏهن تون الله جي رحمت جو حقدار ٿيندئين؟؟ جي هن مهيني ۾ بہ تو پنهنجا گناهہ نہ بخشرايا تہ ڪڏهن بخشرائيندين؟ هن بي پرواهي، غفلت ۽ سستي جو نتيجو تمام ڏکيو ڏسڻو پوندو.

ڪجھ تہ سوچ ۽ فڪر ڪر تہ جنهن شخص جي ذلت خواري ۽ رحمت الٰهي کان پري هجڻ جي لاءِ الله جو مقرب، نبين تي وحي آڻيندڙ فرشتو حضرت جبرائيل عليہ السلام دعا گهري ۽ رحمة للعالمين نبي ڪريم ﷺ آمين چئي بارگاهِ الاهي ۾ حضرت جبرائيل عليہ السلام جي دعا قبول پوڻ لاءِ درخواست ڪري تہ ڇا پوءِ انهيءَ شخص جي ڇوٽڪاري ۽ نجات جي ڪا ٻي صورت بہ آهي؟ جيڪڏهن نہ تہ پوءِ درود شريف، والدين جي ادب، خدمت ۽ رمضان شريف جي احترام ۾ سستي ۽ ڪوتاهي ڇو؟

## چارئي عمل گڏ قبول پوندا

**حديث نمبر: 17**

**اربع فرضهم الله في الاسلام من اتىٰ بثلاثة لم يغنين عنہ شيئا**...الخ (الزواجر عن اقتراف الڪبائر ص 182)

الله تعالىٰ اسلام ۾ چار عمل فرض ڪيا آهن، جيڪڏهن ڪو شخص انهن مان ٽي عمل ڪري تہ بہ اهي هن ڪي ڪو فائدو نہ ڏيندا، جيستائين انهن سڀني تي عمل نہ ڪري، اهي هي آهن: نماز، زڪوات، رمضان جو روزو ۽ بيت الله جو حج ڪرڻ.

**نصيحت:**

اي خوشنصيب مسلمان! توکي هن حديث شريف مان معلوم ٿي ويو تہ نماز، روزو، حج ۽ زڪوات ڪيتري قدر نہ ضروري عمل آهن، ايتري قدر جيڪڏهن ڪو

شخص انهن مان ڪنهن تي عمل ڪري ٿو مثلاً: نماز نه پڙهي ٿو، روزا نه رکي ٿو ۽ حج نه ڪري آيو آهي، پر زڪوات نه ٿو ڏئي ته ان جا ٻهريان ٿي عمل به تيستائين قبول نه پوندا جيستائين زڪوات نه ڏئي، پر افسوس جو اڄ اسان جا سوين مسلمان ٻائر بيت الله شريف جو حج ڪرڻ جي باوجود نماز، روزي ۾ سستي ڪن ٿا، وري ڪي ٻيا ٻائر جيڪي نماز نه پڙهن ٿا، روزا نه رکن ٿا پر زڪوات ڏيڻ کان ڪيٻائين ٿا حالانڪ ٻين غير اسلامي رسم و رواج ۽ دوستن يارن جي راضي ڪرڻ لاءِ هزارين رپيا خرچ ڪن ٿا. شال الله تعالىٰ سيني مسلمانن کي الله تعالىٰ جي احڪام تي عمل ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي. (آمين)

## روزي جو احترام نه ڪرڻ

**حديث نمبر :18**

**عن ابي هريرة قال قال النبي ﷺ من لم يدع قول الزور والعمل**....الخ (صحيح بخاري ص 255)

حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي ته جنهن شخص (روزو رکيو ۽) بڇڙي ڳالهائڻ يعني ڪوڙ، بهتان، گلا وغيره کي نه ڇڏيو ته الله تعالىٰ کي ان جي کاڌي، پيتي ڇڏڻ جي ڪا به پرواهه نه آهي.

**تشريح:**

روزي جو مقصد اُج يا بک ڪاٽڻ ناهي بلڪ روزي جو مقصد آهي ناجائز خواهشاتِ نفسانيہ جو ختم ٿيڻ ۽ سرڪش نفس جو مطيع ڪرڻ پوءِ جيڪو شخص روزي رکڻ جي باوجود بہ ڪوڙ، چغلخوري ۽ گارگند ڪان باز نہ ٿو اچي تہ ان ڪي روزي جو اصل مقصد حاصل ٿي نہ سگھندو ۽ جڏهن روزي مان اصل مقصد حاصل نہ ٿيو تہ بالفاظ حديث الله تعالىٰ کي ان جي بُک يا اُج برداشت ڪرڻ جي ڪا ضرورت ناهي، يعني ان جي روزي کي شرفِ قبوليت حاصل نہ ٿو ٿئي. (حاشيہ ابن ماجہ، ص 121، وحاشيہ ابوداؤد،ص 322، وحاشيہ مشڪواة المصابيح ص 176)

مٿيون ڳالهيون اگرچہ رمضان شريف ڪان سواءِ بہ ممنوع آهن ۽انهن جي ڪرڻ سان گناهہ ٿئي ٿو مگر جيئن تہ هي مهينو ٻين مهينن ڪان وڌيڪ احترام جي لائق آهي تنهن ڪري هن حديث ۾ وڌيڪ تنبيہ ڪئي وئي جيئن روزيدار انهن ڳالهين ڪان بچي روزي جو پورو پورو ثواب حاصل ڪري، هي مقصد ناهي تہ ان جو روزو بلڪل نہ ٿيو، ڇو تہ جيڪڏهن اهو روزو بلڪل نہ ٿيڻ برابر هجي ها تہ جيڪر ان جو قضا لازم هجي ها، حالانڪ جمهور علماءِ جي فتويٰ موجب ڪوڙ، گلا، چغلي سان بہ روزو نہ ٿو ڀڄي. (ارشاد الساري شرح صحيح بخاري ص 353 جلد 3)

**تنبيہ:**

گلا جي باري ۾ اڄ ڪلھ گھڻا سمجھدار ۽ لکيل پڙھيل ماڻھو بہ ھن غلط فھمي ۾ مبتلا آھن تہ شايد گلا ھيءَ آھي تہ ڪنھن ماڻھوءَ جي متعلق اھڙي ڳالھ ڪئي وڃي جيڪا ان ۾ نہ ھجي، حالانڪہ ائين سمجھڻ سراسر غلط آھي، حقيقت ھيءَ آھي تہ ڪنھن بہ ماڻھوءَ جي متعلق پرپٺ اھڙي ڳالھ بيان ڪرڻ جيڪا روبرو ٻُڌي ان کي بار محسوس ٿئي اھا ڳالھ گلا آھي. پوءِ اھا ڳالھ چو نہ سچي ھجي. جيئن حديث شريف ۾ مروي آھي:

**حديث شريف 19:**

**عن ابي ھريرة ان رسول الله ﷺ قال اتدرون ماالغيبة قالوالله ورسولہ اعلم....**

(رواہ مسلم مشكواة المصابيح ص 412)

حضرت ابوھريرہ رضي الله عنہ کان روايت آھي تہ رسول اڪرم ﷺ جن ھڪ دفعي پڇيو ڇا توھان کي خبر آھي تہ گلا ڇا آھي؟ اصحابن عرض ڪيو تہ الله ۽ ان جو رسول ﷺ ئي بھتر ڄاڻن ٿا، پوءِ پاڻ ڪريمن ﷺ جن ارشاد فرمايو تہ تون پنھنجي ڀاءُ (دوست) جي باري ۾ اھڙي ڳالھ ڪرين جيڪا ھن کي پسند نہ ھجي. اھڙي ڳالھ گلا ۾ داخل آھي، سائل عرض ڪيو تہ

جيڪڏهن ان ڀاءُ ۾ واقعي اها ڳالهه هجي جيڪا ان جي متعلق پرپٺ چئي وئي، پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو ته انهيءَ جي ڪري ته هن ڳالهه ڪي گلا چيو ويو چو ته جيڪڏهن هن ۾ اها ڳالهه هجي ئي نه پوءِ ته ڳالهه ڪرڻ ڪي بهتان چئبو نه غيبة ۽ گلا.

قرآن شريف ۾ الله تعالىٰ گلا ڪي مئل ڀاءُ جي گوشت کائڻ سان تعبير ڪندي فرمايو آهي ته:

1: **ايحب احدكم ان ياكل**... الخ (12 حجرات)

يعني ته ڇا توهان مان ڪنهن ماڻهو ڪي اها ڳالهه پسند آهي جو پنهنجي مئل ڀاءُ جو گوشت کائي؟ ظاهر آهي ته هن ڳالهه ڪي ڪو به پسند نه ڪندو ۽ جيئن ته گلا ڪرڻ به مُئل ڀاءُ جي گوشت کائڻ وانگر آهي، ان کان بچو.

## گلا ڪندڙ روزيدار عورتون

**حديث نمبر 20:**

**وعن عبيد مولىٰ رسول الله ﷺ ان امراتين صامتا**...الخ(الترغيب والترهيب علىٰ حواشي مشكواةص 186)

حضور اڪرم ﷺ جن جي غلام حضرت عبيد رضي الله عنه کان روايت آهي ته (رسول الله ﷺ جي زماني ۾) ٻن عورتن روزو رکيو، هڪ شخص انهن جي باري ۾ عرض ڪيو ته يارسول الله (ﷺ) هتي ٻن عورتن روزو رکيو آهي ۽ اُڃ جي تڪليف جي ڪري

مرڻ جي ويجهو آهن (مرڻ واريون آهن اجازت ملي تہ روزو افطار ڪن ۽ ڪجهہ کائن) پاڻ ان شخص کان منهن موڙيائون يعني ڪو توجہ ڪو نہ ڏنائون، يا خاموش رهيا، ان شخص وري عرض ڪيو غالبًا هي بہ چيائين تہ يا نبي الله، الله تعاليٰ جو قسم سخت گرميءَ جي ڪري مري ويون، (يعني بچڻ جي ڪا اميد نہ آهي) يا مرڻ جي ويجهو آهن، پاڻ فرمايائون تہ انهن کي سڏي اچ، پوءِ جڏهن آيون تہ پاڻ هڪ پيالو گهرايائون ۽ انهن مان هڪ عورت کي چيائون تہ هن پياري ۾ قي (الٽي) ڪر، جڏهن ان عورت قي ڪئي تہ ان جي وات مان ايتري تہ پون، رت، گوشت ۽ خون آلوده پون آئي جو اڌ پيالي جو ڀرجي ويو، پوءِ وري ٻي عورت کي قي جو حڪم ڪيائون ان بہ پونءِ رت ۽ تازي گوشت جي قي ڪئي، جنهن سان سڄو پيالو ڀرجي ويو، پوءِ پاڻ فرمايائون تہ هنن روزي وقت اهڙو طعام کاڌو هيو جيڪو الله تعاليٰ هنن جي لاءِ حلال ڪيو آهي ۽ وري اهڙي شيءِ سان روزو کوليائون جنهن کي الله تعاليٰ حرام ڪيو آهي هنن مان هڪڙي ٻي وٽ اچي وئي، پوءِ ماڻهن جي گوشت کائڻ ۾ شروع ٿي ويون، يعني هنن ٻين ماڻهن جي گلا ڪئي آهي ۽ هي گوشت اهو گلا وارو آهي.

هي حديث شريف مٿئين آيت مبارڪ جي بلڪل مطابق آهي، جنهن ۾ گلا کي مئل ڀاءَ جي گوشت کائڻ سان تعبير ڪيو ويو آهي.

## نصيحت:

هن حديث شريف ۾ سيني مسلمانن خاص ڪري عورتن جي لاءِ خصوصي تنبيہ آهي، جو تہ اڪثر ڏٺو ويو آهي تہ جاتي بہ چار ڄڻيون پاڻ ۾ گڏ ٿينديون آهن تہ ضرور ڪنهن نہ ڪنهن ماڻهوءَ جي باري ۾ پيون تبصرو ڪنديون آهن. ادي فلاڻو هھڙو آهي، فلاڻي عورت ۾ هي عيب يا عادت آهي وغيره وغيره تنهن ڪري الله جون نيڪ ٻانهيون هميشہ ڪنهن جي باري ۾ پرپٺ ڪجھ بہ نہ چئو، خاص ڪري رمضان شريف ۾ اجا بہ وڌيڪ خيال ڪيو، جو تہ جڏهن الله تعالىٰ هن مبارڪ مهيني جي روزن رکڻ جي توفيق بہ ڏني آهي تہ هاڻي تون بہ روزي جي سيني حقن ۽ شرطن جي پوري طرح رعايت ڪر، ائين نہ ٿئي جو تون سڄو ڏينهن اُڃ بک بہ ڪاٽين ۽ ڏينهن ۾ ڪو اهڙو گناھ بہ ڪري وجهين جنهن سان تنهنجي روزي جو ثواب بہ هليو وڃي.حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسولِ خدا ﷺ جن فرمايو:

**حديث نمبر 21:**

**رب صائم ليس لہ من صيامہ الا الجوع** .... الخ (سنن ابي ماجہ ص 141)

ڪيترائي روزيدار آهن جن کي پنهنجي روزي مان سواءِ بک جي ڪجھ حاصل نہ ٿو ٿئي ۽ ڪيترائي بيهندڙ (بيهي عبادت ڪندڙ) آهن جن کي جاڳڻ کان سواءِ

ٻيو ڪجھ بہ حاصل نہ ٿو ٿئي)

مشڪوات شريف ۾ لفظ جوع (بک) جي بجاءِ ظلماء (اُڃ) جو لفظ آيو آهي، مطلب تہ روزيدار رات جو جاڳي تراويح پڙهندڙ، عبادت گذار جيستائين ڪوڙين شاهدين ، بهتان، گلا ۽ ٻين برن ڪمن کان باز نہ ايندو، تيستائين اهو روزي جي رحمتن کان مستفيض ٿي نہ سگهندو، اهڙيءَ طرح رات جو جاڳي عبادت ڪندڙ، مثلاً: صبح جي نماز تي اُٿي ئي نہ ٿو ۽ نماز قضا ٿو ڪري، يا ماڻهن جي ڏيکارڻ لاءِ جاڳي ٿو يا ٻيو ڪو اهڙو ڪم ٿو ڪري جنهن سان گناهہ ٿئي، تيستائين اهو بہ رمضان جون رحمتون حاصل ڪري نہ ٿو سگهي، ياد رکڻ گهرجي تہ فتويٰ موجب مذڪوره صورتن ۾ بہ روزيدار جو روزو ٽي وڃي ٿو درباره قضا ڪرڻ جي ضرورت ناهي.

******

# هڪ اهم واقعو

جليس الناصحين ۾ روايت آهي تہ حضرت علي رضي الله عنہ هڪ ڀيري قبرن جي زيارت لاءِ ويو، اتي هڪ نئين قبر ڏٺائين، الله تعالىٰ جي دربار ۾ دعا گهريائين تہ هن ميت جو حال معلوم ٿئي، الله تعالىٰ جي مهربانيءَ سان ڪين ان جو حال معلوم ٿيو، جنهن حضرت علي رضي الله عنہ کي سڄاڻي دانهن ڪري عرض ڪيو: ”يا

علي انا غريق في النار وحريق في النار۔“ (اي حضرت علي رضي الله عنہ آئون باھہ ۾ ٻڏل آھيان ۽ باھہ ۾ سڙي رهيو آهيان مون سان مدد ڪر) حضرت علي سائين رضي الله عنہ، الله پاڪ جي بارگاھہ ۾ التجا ڪئي ۽ ڏاڍي زاري سان دعا گهريائين تہ اي الله سائين هن کي بخشي ڇڏ، غيب کان آواز آيو تہ توهان هن جي سفارش نہ ڪيو، ڇو تہ هي شخص رمضان شريف جي عزت نہ ڪندو هو، تنهن ڪري هن تان عذاب گهٽ نہ ٿيندو. (رمضان جون رحمتون)

اي مسلمان ڀاءَ، جڏهن رمضان شريف ۾ روزا رکندڙ شخص بہ گناھہ ڪري ٿو تہ الله تعالىٰ ان لاءِ سفارش ڪرڻ کان حضرت علي رضي الله عنہ کي روڪي ٿو، ان مان پاڻ اندازو لڳايو تہ جيڪو شخص بلڪل روزا رکي ئي نہ ٿو تہ ان جو ڇا حال ٿيندو؟ ڇا اهڙي ماڻهوءَ لاءِ حضرت علي رضي الله عنہ سفارش ڪندو؟ جيڪڏهن نہ تہ پوءِ همت جو سندرو ٻڌي رمضان شريف ۾ نيڪي، تقويٰ، پرهيزگاري، عبادت ۽ ذڪر جي ميدان ۾ ڪاميابي حاصل ڪري الله تعالىٰ جي ديدار حضور اڪرم ﷺ جن جي شفاعت، اصحابن، اهل بيت ۽ الله وارن جي سفارش جو انعام حاصل ڪر، الله تعالىٰ جي وسيع رحمت، برڪت ۽بخشش جا دروازا اٺ ئي پهر (هر وقت) تو لاءِ کليل آهن، صرف تنهنجي اڳتي وڌڻ جي دير آهي.

## پيو واقعو

مشھور ڪتاب زبدة المجالس ۾ بيان ٿيل آھي تہ ھڪ مجوسي رمضان شريف ۾ پنھنجي پٽ کي بازار ۾ کا شيءِ کائيندي ڏسي چماٽ ھڻي تنبيہ ڪئي تہ تو مسلمانن جي پلاري مھيني جي عزت ڇو نٿو ڪرين، مسلمانن جي اڳيان ظاھر ظھور ڇو ٿو کائين، خدا جي قدرت جلد ئي اھو مجوسي فوت ٿي ويو ۽ ھڪ بزرگ خواب ۾ ان کي بھشت ۾ ھڪ تخت تي عزت سان ويٺل ڏٺو ۽ ان کان پڇيائين تہ تون فلاڻو مجوسي آھين ھتي جنت ۾ ڪيئن پھتو آھين؟ھن چيو تہ برابر مان اھو ئي مجوسي آھيان ۽ سڄي زندگي دينِ اسلام کان پري رھيس پر ھڪ دفعي مون رمضان شريف جي احترام نہ ڪرڻ سبب پنھنجي پٽ کي چماٽ ھنئي ھئي، جنھن ڪري الله تعالیٰ پنھنجي فضل و ڪرم سان مرڻ وقت مون کي ڪلمہ شھادت نصيب ڪيو ۽ منھنجو موت اسلام تي ٿيو آھي ۽ اڄ اسلام جي صدقي ئي مون تي مھرباني ٿي آھي جو جنت جا مزا ماڻي رھيو آھي.

اي مسلمان! جڏھن الله تعالیٰ رمضان شريف جي عزت ڪرڻ سبب ھڪ غير مسلم مجوسي تي ايتري مھرباني فرمائي ٿو تہ يقينًا جيڪڏھن تون رمضان جي روزن، نيڪ ڪمن جي پابندي ڪندين تہ توتي اجا بہ وڌيڪ مھرباني ٿيندي.

# **روزي جا فائدا**

حديث نمبر: 22

**عن ابي هريرة قال قال رسول الله لكل شيءٍ زكواة و زكواة الجسد الصوم** (سنن ابن ماجہ ص 125)

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور ﷺ جن فرمايو تہ هر شيءِ جي زڪواة آهي ۽ جسم جي زڪواة روزو آهي.

**تشريح:**

يعني جهڙي طرح زڪوات ادا ڪرڻ سان دنيادارن جي ملڪيت شڪ شبهي کان پاڪ ۽ ان جو استعمال ڪرڻ حلال ٿي پوندو آهي، اهڙي طرح مسلمانن جو جسم بہ روزي رکڻ سان پاڪ صاف ۽ جنت ۾ داخل ٿيڻ جو لائق بنجي ويندو آهي.

2: نفس ۽ روح ٻئي هڪ ٻئي جا دشمن آهن، انهن مان هڪڙي جي مضبوط ٿيڻ سان ٻيو ڪمزور ٿيندو آهي. نفس، جسماني طعامن ۽ لذتن سان طاقتور ٿيندو آهي ۽ روح نيڪ عملن سان قوي ٿيندو آهي، انهيءَ ڪري سال ۾ هڪ مهينو ڏينهن جو کائڻ، پيئڻ کان منع ڪئي ويئي. جيئن روح طاقت وٺي ۽ نفس ڪمزور ٿئي.

3: خوراڪ ۽ پاڻي الله تعالىٰ جون نعمتون آهن ۽ انهن جو قدر بُک ۽ اُڃ ڪانپوءِ ئي ٿي سگهي ٿو. ان ڪري ئي

روزا فرض ڪيا ويا، جيئن انسان ڪي الله تعاليٰ جي نعمتن جو قدر ٿئي ۽ شڪر ادا ڪري.

4: روزي رکڻ سان اُجايل ۽ بُکايل مسڪينن سان همدردي جو جذبو پيدا ٿئي ٿو.

5: ڪڏهن مجبورًا بہ انسان کي بک ڪاٽڻي پوي ٿي جيئن بيابان جو سفر وغيره ۽ روزي سان اُن بُک برداشت ڪرڻ جي عادت پوي ٿي.

6: روزو ڪافي بيمارين جو علاج آهي هن ڳالهہ ۾ ڊاڪٽر ۽ طبيب سڀ متفق آهن.

7: ٻين عبادتن جو بدلو جنت آهي ۽ روزي جو بدلو خالق جنت يعني الله تعاليٰ آهي.

8: حديث شريف ۾ اچي ٿو تہ قيامت ڏينهن گنهگار کان نيڪ عمل وٺي انهيءَ جي حق خواهن کي ڏنا ويندا، مگر روزو ڪنهن بہ حق يا عمل جي عيوض ۾ ڪنهن کان کسيو نہ ويندو.

9: جهڙي طرح وضو ۽ غسل سان ماڻهو جسم جي گندگين کان پاڪ ٿي عبادت، تلاوت، مسجد ۾ وڃڻ جي لائق ٿي ٿو پوي اهڙي طرح روزو بہ انساني روح کي پاڪ ڪري بارگاهہ الاهي جو لائق بڻائي ٿو ۽ ان کي جمالِ خدائي جي ديدار جو حقدار بنائي ٿو.

10: روزي جي ڪري الله تعاليٰ وٽ انسان جي سفارش ماهِ رمضان ۽ قرآن پاڪ ڪن ٿا.

11: روزيدار جي دل ۾ تقويٰ، پرهيزگاري ۽ خوفِ خدا

پيدا ٿئي ٿو ۽ الله تعالىٰ وٽ سڀ ڪان زياده مقرب ٻانها متقي آهن.
سورة بقره جي شروع ۾ ئي الله تعالىٰ فرمايو آهي ته هي ڪتاب متقين جي لاءِ هدايت آهي.
12: رمضان شريف جي پهرين ڏهاڪي ۾ الله تعالىٰ جي رحمت وسي ٿي ۽ ٻئي ڏهاڪي ۾ مغفرت يعني گناهن جي بخشش ٿئي ٿي ۽ آخري ڏهاڪي ۾ گنهگارن کي دوزخ ڪان آزادي ملي ٿي.
13: رمضان شريف ۾ رزق ۾ برڪت زياده ٿئي ٿي.
14: روزيدار جو ڪاڏو، پيتو سڀ عبادت ۾ لکيو وڃي ٿو.
15: نيڪ عملن جون ثواب ٻيڻو ڪري ڏنو وڃي ٿو.
16: روزيدار لاءِ زمين آسمان جا سڀ فرشتا بخشش جون دعائون گهرن ٿا.
17: شيطان بند ڪيا وڃن ٿا.
18: دروزخ جا دروازا بند ڪيا وڃن ٿا ۽ جنت جا دروازا کوليا وڃن ٿا.
19: روزي کولڻ مهل روزانو هڪ ڪروڙ جهنمي دوزخ ڪان آزاد ٿين ٿا.
20: جمعي رات هرگهڙي هڪ ڪروڙ جهنمي آزاد ٿين ٿا.
21: روزيدار جا گناهه بخش ڪيا وڃن ٿا.
22: روزيدارن لاءِ سموروسال جنت کي سينگاريووڃي ٿو
23:روزيدار ٻانهن جون دعائون قبول ڪيون وڃن ٿيون.
24: هن مهيني ۾ هڪ فرض جو ثواب ٻين مهينن جي 70 فرضن برابر ملي ٿو.

25: هن مهيني ۾ نفل پڙهڻ سان فرض جو ثواب ملي ٿو.
26: هن مهيني ۾ هڪ اهڙي ڀلاري رات آهي جنهن ۾ عبادت ڪرڻ سان هزارمهينن جي عبادت جو ثواب ملي ٿو.
27: ان ڀلاري رات ليلة القدر ۾ فرشتا آسمان تان لهي اچن ٿا ۽ عبادت ڪندڙن سان مصافحه ڪن ٿا ۽ ان جي دعا گهرڻ تي ”آمين“ چون ٿا.
28: حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو آهي ته:

**صوموا تصحوا** يعني روزا رکو تندرست رهو.

(منهاج التبليغ ص 379 جلد ٻيو)

تندرستي مان ظاهري تندرستي ۽ باطني تندرستي يعني تزڪيه نفس ٻئي مراد آهن،

باطني تندرستي جي ڪري انسان گهڻن گناهن کان بچي ٿو ۽ ظاهري تندرستي جي ڪري جسماني صحت بهتر ٿئي ٿي ۽ نئين تهذيب وارن لاءِ مشهور ڊاڪٽر جوئل شو جو هي چوڻ به روزي جي فائديمند هجڻ لاءِ ڪافي دليل آهي هو پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته سيني ڊاڪٽرن جو ان اصول تي اتفاق آهي ته بيماري زائل ٿيڻ لاءِ غذا نه کائڻ هڪ خاص تدبير آهي.اهڙي طرح هڪ ٻئي ڊاڪٽر شوني به لکيو آهي ته غذا نه کائڻ جي ڪري هاضمي ڪرڻ واري طاقت خالي ۽ فارغ ٿي بدن جي صفائي ۾ لڳي ويندي آهي ۽ هر قسم جي زهريلي مادي کي بدن مان ٻاهر ڪڍي اڇلائيندي آهي. (رمضان جون رحمتون)

# مختصر مسائل روزه رمضان

**سوال:** جيڪڏهن روزيدار ڀُل ۾ کائي يا پيئي ته ان جو روزو ڀڄندو يا نه؟

**جواب:** ان جو روزو نه ڀڄندو. (ڪنزالدقائق عيني ص 69)

**سوال:** روزي جي حالت ۾ خوشبوسنگهڻ جائز آهي يا نه؟

**جواب:** جائز آهي، حضور اڪرم ﷺ جن رمضان شريف ۾ روزي سان گلاب جو گل سنگهيو.(فتاوىٰ واحدي ص 315)

**سوال:** صحتمند مسافر سفر ۾ روزو رکي يا نه، تراويح پڙهي يا نه؟

**جواب:** تندرست مسافر لاءِ روزو رکڻ بهتر آهي، پر جيڪڏهن نه رکي ته به درست آهي، مٿس ڪو گناهه وغيره ڪو نه ٿيندو، تراويح پڙهڻ ۾ به جيڪڏهن دشواري نه هجي ته پڙهي ٻي صورت ۾ تراويح به ڇڏي سگهي ٿو. (فتاوىٰ مظهري ص 154)

**سوال:** روزي جي حالت ۾ ڪوڙ ڳالهائڻ، گلا ڪرڻ يا ڪو نامناسب ڪلام ڪرڻ سان روزو ڀڄي پوي ٿو يا نه؟

**جواب:** مذڪوره ڳالهيون روزيدار لاءِ سخت مڪروهه آهن، البته علماءِ ڪرام جي متفقه فتويٰ موجب روزو نه ڀڄندو. (مالا بد منه ص 100)

**سوال:** جيڪڏهن روزيدار روزي جي حالت ۾ پنهنجي گهرواريءَ کي چمي ڏني يا روزيدار جي نڙي ۾ مک

هلي وئي يا ڏندن ۾ ڦاٿل ڪي ذرڙا ڪاڏائين يا قي آئي ۽ خود بخود واپس نڙي ۾ هلي وئي ته روزو باقي رهندو يا نه؟

**جواب:** بيان ڪيل سڀني صورتن ۾ روزو نه ڀڄندو، البته جيڪڏهن چمي ڏيڻ سان انزال ٿي ويو ته روزو ڀڄي پيو، اهڙي طرح جيڪڏهن پاڻ سوچي سمجهي بنا ضرورت قي ڪيائين يا قي پاڻ آئي ۽ هن پاڻ سوچي سمجهي قي واپس ڳهي ڇڏي ته ان صورت ۾ فقط روزي جو قضا لازم ايندو. (ڪنزالدقائق 69)

**سوال:** جيڪڏهن ڪنهن مسافر يا بيمار روزو رکيو ۽ پوءِ ڪائڻ چاهي ٿو ته هاڻ ان مسافر يا مريض کي ڪجهه کائڻ يا پيئڻ جائز آهي يا نه؟

**جواب:** مٿين صورت ۾ حضرت امام ابو حنيفه رحمة الله عليه جي چوڻ موجب جيڪڏهن ان مسافر يا مريض رات جو روزي جي نيت نه ڪئي آهي ته کائڻ جائز آهي، پر جيڪڏهن رات جو نيت به ڪيائين ۽ صبح صادق تائين سندس نيت ۾ ڪو فرق به نه آيو آهي ته هاڻ هي روزيدار آهي، هن کي ڪجهه به کائڻ جائز نه آهي، پر جيڪڏهن وري نه مڙيو ۽ ڪجهه کاڌائين ته به مٿس ڪفارولازم نه ايندو فقط قضا ڪندو.(تفسير مظهري ص 182)

**سوال:** روزيدار لاءِ سرمو پائڻ، تيل مکڻ يا ڏندڻ ڏيڻ جو حڪم ڇا آهي؟

**جواب:** جائز آهي، مڪروهه وغيره ناهي.

(ڪنزالدقائق ص 70)



**سوال:** جيڪڏهن ڪو روزيدار ڀل ۾ ڪجهه ڪائي رهيوآهي تہ ان صورت ۾ ٻين ماڻهن کي گهرجي تہ ان کي روزو ياد ڏيارين يا نہ؟

**جواب:** جيڪڏهن کائيندڙ روزيدار ۾ ايتري طاقت آهي جو رات تائين روزي جي تڪليف سهي سگهي ٿو تہ ان کي ٻڌائڻ ضروري آهي، نہ ٻڌائڻ مڪروهہ آهي باقي جيڪڏهن ڪمزور آهي تہ پوءِ ان کي نہ ٻڌائڻ بہ جائز آهي. (المتانة الفتانة ص 158)

**سوال:** جيڪڏهن روزيدار ڀل ۾ ڪجهه کاڌو پيتو يا جماع ڪيو يا قي ڪيائين ۽ هن پنهنجي گمان ۾ سمجهيو تہ شايد هاڻي منهنجو روزو ڀڄي پيو. پوءِ پاڻ سوچي سمجهي کاڌائين تہ ان صورت ۾ روزو ڀڄندو يا نہ ۽ ڀڄڻ جي صورت ۾ قضا ۽ ڪفارو ٻئي لازم ٿيندا يا فقط قضا؟

**جواب:** مذڪوره صورتن ۾ فقط قضا لازم آهي ڪفاري جي ضرورت ناهي. (بدائع الصنائع ص 100 جلد ثاني)

**سوال:** جيڪڏهن وضو ڪندي روزيدار جي نڙي ۾ پاڻي هليو ويو ۽ ڪيس روزو بہ ياد هيو يا مجبورًا ڪنهن ماڻهو جي خوف کان روزيدار ڪجهه کاڌو پيتو ، يا نڪ ۾ دوا وڌائين ۽ اها دوا نڪ جي هڏي تائين هلي وئي يا صبح جو باک ڦٽي کانپوءِ بي خبري ۾ ڪجهه کاڌائين ۽ هن جي خيال موجب اجا رات آهي، مذڪوره صورت ۾

روزيدار جو روزو باقي رهندو يا نہ؟

**جواب:** مٿين صورتن ۾ روزو ڀڄي پوندو۽ رمضان شريف کانپوءِ قضا ڪرڻ ضروري آهي البتہ انهن سيني صورتن ۾ ڪفاره ڏيڻ جي ضرورت ناهي.(شرح وقايہ ص 311)

**سوال:** جيڪڏهن ڪنهن شخص کان رمضان شريف جا ڪجهہ روزا رهجي ويا ۽ ٻئي سال جي رمضان اچڻ تائين قضا نہ ڪيائين اهڙي صورتہ ان شخص تي قضا ۽ ڪفاره ٻئي لازم ايندا يا فقط قضا ڪرڻ ڪافي آهي؟ ۽ موجوده رمضان ۾ جيڪي روزا رکندو قضا وارا ٿيندا يا موجوده سال جا؟

**جواب:** هن صورت ۾ موجوده رمضان شريف جو روزو ادائي ٿيندو، يعني گذريل سال جي رمضان جا روزا عيد شوال کانپوءِ قضا ڪندو مٿس ڪو ڪفارو وغيره لازم نہ آهي. (مجموعہ فتاويٰ ص 55، جلد اول)

**سوال:** جيڪڏهن روزيدار ڪي ننڊ ۾ تڙ پئجي وڃي تہ ان سان روزو ڀڄي پوندو يا نہ؟

جواب:ننڊ ۾ تڙپوڻ سان روزو نہ ڀڄندو.(هدايہ ص 217 جلد 1)

**سوال:** جيڪڏهن ڪنهن شخص روزو رکي ڀڃي وڌو يعني ڏينهن جو ڪو طعام کاڌائين يا پاڻي پيتائين تہ ان صورت ۾ مٿس قضا ۽ ڪفارو ٻئي ضروري ٿيندا يا فقط قضا ڪافي آهي؟

**جواب:** مٿين صورت ۾ روزو قضا ڪرڻ بہ ضروري آهي ۽ ڪفارو ڏيڻ بہ لازمي آهي.

**سوال:** ڪفارو ڪيترو ۽ ڪهڙي نموني ڏيڻ گهرجي؟
**جواب:** ڪفاري جي نيت سان ٻانهو آزاد ڪرڻ ضروري آهي ۽ ٻانهو نہ ملڻ جي صورت ۾ جيئن اڄ ڪلهہ غلام نہ ٿا ملن تہ پوءِ ٻہ مهينا لاڳيتو روزا رکي پر جيڪڏهن ان ۾ ايترا ڏينهن مسلسل روزا رکڻ جي طاقت بہ نہ آهي تہ پوءِ 60 مسڪينن کي کاڌو کارائي. (هدايہ ص 219)
**سوال:** روزيدار کي ڏندڻ ڏيڻ گهرجي يا نہ؟ يا صبح جو ڏندڻ ڏيڻ جائز آهي ۽ شام جو ناجائز آهي؟
**جواب:** صبح توڙي شام جنهن وقت چاهي ڏندڻ ڏئي سگهي ٿو. (هدايہ ص 22)
**(نوٽ:روزي جي حالت ۾ ٽوٿ پيسٽ ڏين گهرجي ڇو تہ ان ۾ ڪيميڪل جا اثرات اندر داخل ٿي سگهن ٿا.)**
**سوال:** اهي ڪهڙا عذر آهن جن جي ڪري روزي نہ رکڻ جي اجازت آهي؟
**جواب:** جيڪڏهن ڪو شخص بيمار آهي ۽ هن کي ماهر طبيب (ڊاڪٽر) چيو آهي تہ جيڪڏهن روزو رکندئين تہ بيماري وڌي ويندي يا بيماري ڊگهي ٿي ويندي تہ ان صورت ۾ روزو نہ رکڻ جائز آهي. يا سندس ذاتي طبعيت جي تجربہ جي لحاظ سان بيماري وڌڻ ڊگهي ٿيڻ جو خوف هجي يا مثلاً: بخار جو وارو هجي تہ ان صورت ۾ بہ روزو نہ رکڻ جائز آهي پوءِ جيڪڏهن بخار نہ آيو تہ بہ صحيح مذهب موجب فقط روزو قضا ڪندو ۽ ڪفاري جي ضرورت ناهي. (مراقي الفلاح ص 135، 136)
**سوال:** جيڪڏهن بيمار ۽ مسافر روزن قضا ڪرڻ کان اڳي مري وڃي تہ ان جو حڪم ڇا آهي؟

**جواب:** مسافر ۽ بيمار جيڪڏهن مقيم ۽ تندرست ٿيڻ کان اڳي مري ويا ته انهن تي قضا لازم نه آهي. البته جيڪڏهن مقيم ۽ تندرست ٿيڻ ڪانپوءِ ڪو مري وڃي ته پوءِ اوترا ڏينهن مٿس قضا فرض سمجهبو. مثال طور زيد رمضان شريف جا 20 ڏينهن مسافر هيو ۽ شوال جي 5 تاريخ گهر پهتو ۽ ڏهه تاريخ تي فوت ٿي ويو ته هاڻي صرف 5 ڏينهن قضا لازم ٿيندو پوءِ اهي 5 ڏينهن پاڻ روزا رکيائين ته بهتر نه ته انکي ضروري آهي ته 5 ڏينهن روزن جي فديه جي وصيت ڪري وڃي. (هدايه ص 222)

**سوال:** جيڪڏهن ڪو شخص اهڙو بيمار آهي جو هن ۾ وري تندرست ٿي روزن رکڻ جي اميد به نه آهي ته ان صورت ۾ هن کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟

**جواب:** اهڙي مريض کي گهرجي ته هو روزي جي عيوض ڪنهن مسڪين کي اڌ ٽويو(2ڪلو) ڪڻڪ ڏيندو رهي ۽ جيڪڏهن غريبي جي ڪري اهوصدقه به نه ٿو ڏئي سگهي ته پوءِ بارگاهه الاهي ۾ استغفار يعني پنهنجي لاءِ بخشش جي دعا گهرندو رهي. (مطانة الفطانة ص 164)

**سوال:** اهي ڪهڙا روزا آهن جن جي لاءِ رات جو نيت ڪرڻ ضروري آهي؟

**جواب:** رمضان شريف ۽ مقرر نذر واري روزي لاءِ رات جو نيت نه ڪرڻ جي صورت ۾ سج لڙڻ تائين ڪنهن به وقت نيت ڪرڻ درست آهي ۽ قضا رمضان ۽ نذر مطلق ۽ ڪفاره جي روزن لاءِ رات جو نيت ڪرڻ ضروري آهي ۽ نفلي روزي لاءِ رات جو نيت ڪرڻ ضروري ناهي بلڪه سج لڙڻ تائين ڪنهن به وقت ۾ ڪري سگهي ٿو.
(قدوري ص 66)

## روزي رکڻ جي دعا:

## وبصوم غدنويت من شهر رمضان

## روزي کولڻ جي دعا:

## اللهم اني لڪ صمت وبڪ آمنت وعليڪ توڪلت وعلىٰ رزقڪ افطرت

**مسئلو:**

رمضان شريف جي روزي لاءِ رات جو اٿي روزي جي نيت سان سهري ڪرڻ ڪافي آهي زبان سان نيت ڪري ته بهتر جي زبان سان نيت نه ڪري يا وسري وڃڻ سان روزي تي ڪو اثر نه پوندو، روزو ادا ٿي ويندو.

**سوال:** جيڪڏهن ڪنهن شخص ڪان ڪجهه روزا رهجي ويا ته هاڻي لاڳيتو روزا رکڻ ضروري آهن يا چند ڏينهن جا روزا رکي وري ڪجهه ڏينهن ڇڏي پيهر روزا شروع ڪري ته به جائز آهي؟

**جواب:** جواب: لاڳيتو روزا رکڻ جي ضرورت نه آهي ڪجهه ڏينهن يا ڪٺي مهينا ڇڏي ڏئي ۽ پوءِ وري رکي ته به ڪو گناهه ناهي. (شرح وقايه ص 315، جلد اول)

**سوال:** رمضان شريف ۾ تراويح پڙهڻ واجب آهي يا سنت ۽ تراويح جي لاءِ جماعت ڪرڻ به ضروري آهي يا نه؟

**جواب:** تراويح پڙهڻ سنت موڪده آهي ۽ ان لاءِ جماعت ڪرڻ به سنت آهي ۽ بناعذراڪيلونمازپڙهڻ بهتر نه آهي.

**سوال:** تراويح پڙهڻ فقط مردن لاءِ سنت موڪده آهي يا عورتن لاءِ به تراويح پڙهڻ سنت آهي؟

**جواب:** عورتن لاءِ به ساڳيو ئي حڪم آهي، ضروري تراويح پڙهن. (رڪن دين 147)

**سوال:** هڪ شخص فرض نماز ۾ جماعت سان نه ملي سگهيو نه هاڻي اهو شخص اڪيلو فرض پڙهي ۽ جماعت سان تراويح پڙهي نه جائز آهي يا نه؟

**جواب:** بي شڪ فرض پڙهي پوءِ جماعت سان گڏجي تراويح پڙهي. (درمختار، رڪن دين)

**سوال:** تراويح جي چئن چئن رڪعتن بعد ڪجهه وقت ويهڻ جو ڪهڙو حڪم آهي؟

**جواب:** مستحب آهي. (درمختار، رڪن دين)

**سوال:** انهيءَ ويهڻ مهل ڇا پڙهڻ گهرجي؟

**جواب:** هي دعا پڙهڻ گهرجي:

**سبحان ذي الملك والملكوت سبحان ذي العــزة والعظمة والهيبة والقدرة والكبرياءِ والجبروت، سبحان الملك الحي الذي لا ينام و لايــمــوت سبوح قدوس ربنا ورب الملائكة والروح اللّٰهــم اجرنا من النار يا مجير يامجير يامجير.**

Composed by Wafa Nazir Shar Tahiri
03003159721, wafa.nazeer@gmail.com

الاصلاح پبليڪيشن دادو

خوشخبري

خوشخبري

تاريخ ۾ پهريون دفعو حضرت امام رباني قدس سره جن جي مڪتوبات شريف جو ترجمو ۽ شرح سنڌي ۾

# "تعليمات امام رباني"

ڪمپيوٽرائزڊ ڪتابت، معياري ڪاغذ، خوبصورت رنگين مضبوط جلد محدود تعداد ۾ موجود.

مترجم ۽ شارح: علامہ حبيب الرحمٰن گبول طاهري







صفحات: 576 تعارفي قيمت: 550

رابطي لاءِ: وفا شر طاهري 0300-3159721, 0333-3176973

Designing by: M.Ameen Otho Tahiri...Nawabshah 0302-3227609